سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي (نئين نصاب مطابق) No.SO(G-1) E&L/Curr:2014, Dated: 05-01-2016 موجب سنڌ صوبي جي سيني سيڪنڊري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽيءَ جو چڪاسيل

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: سيد شير شاهه، فهميده چنا، شفيع محمد چانڊيو
ذڪيه شاهه، ناهيد اختر سومرو، حافظ غلام سرور ٻرڙو

ايڊيٽر: ڊاڪٽر نور افروز خواجه، پروفيسر سراج چنا
اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا، شفيع محمد چانڊيو
محمد ادريس جتوئي، تحسين ڪوثر انصاري

چترڪار: ساجده يوسف

ڪمپيوٽر گرافڪس: نورمحمد سميجو

پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوٽيجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: عرفان علي سميجو

---

هي ڪتاب ................................. پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.

# فهرست

# پہ اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پاڪپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## سبق پهريون

# حَـمـد

### سکيا جي حاصلات

- الله پاڪ جي وڏائيءَ ۽ هيڪڙائيءَ جو تصور سمجهڻ.
- حمد سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ سمجهڻ.
- هم آواز لفظ ڳولڻ.

الاهي! ڪرم ڪر اسان تي قرارِي،
آهيون اصل ڪان سڀ ڏُکيا ۽ ڏوهارِي.

ڏِجئين دينُ ايمانُ پنهنجي ڪَرم سان،
ڪَسُون قلب مان ڪوري ڪيجئين ڪُفارِي.

ڏُکن ڏوجهرن جي خِزان ڪئي خرابي،
پـلا آڻ ڪا سُک سندي نوبهارِي.

نڪو خير جو ڪم ڪيوسون، خدايا!
گناهن ۾ گهاري، عمر سڀ گذارِي.

چڱائيءَ جو رستو بتائج اسان کي،
ڪريون شال توبهه جي تُرتئون تيارِي.

آهيون غير واقف، نڪو سُونهون ساٿي،
اڳيان پيچرا پيا، مٿان راتِ ڪارِي.

عبادت سندو شوق ڏي تون اسان کي،
سنوارج سيڪارج هُنر سڀ هزارِي.

نمي تو اڳيان چئي ’قليچ‘ اي خداوند!
ڪريون دل سان توبهه ۽ هر وقت زارِي.

مرزا قليچ بيگ

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي ’حمد‘ بابت ڄاڻ ڏني وڃي.

مفت ورهاست لاءِ

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شاعر حمد ۾ ڪهڙين ڳالهين لاءِ دعا گهري ٿو؟

( ب ) هن حمد ۾ اوهان کي ڪهڙو شعر وڌيڪ وڻي ٿو، ۽ ڇو؟

( ج ) شاعر حمد جي آخري بند ۾ ڪهڙي دعا گهري آهي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو:

بتائج - پيچرا - خزان - ٽُرتئون - ڏوجهرا

3- هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکو:

قلب مان ڪس ڪوڙڻ - عمر گهارڻ - توبهه ڪرڻ

4- قراري، ڏوهاري، ڪفاري، هم آواز لفظ آهن، جن کي قافيو به چئبو آهي. اوهان حمد مان اهڙا ٻيا لفظ ڳولي لکو.

5- حمد جا هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:

* ڏِجئين دينُ ايمانُ پنهنجي ڪَرم سان،
............................. ڪوري ڪيجئين ڪُفاري.

* چڱائيءَ جو رستو بتائج اسان کي،
ڪريون شال توبهه ....................................

ياد رکو تہ: الله تعاليٰ جي نالي پٺيان ’جل شانهٗ‘ يا ’جل جلالهٗ‘ لفظ چوڻ گهرجي.

مرزا قليچ بيگ، ٽنڊي ٺوڙهي حيدرآباد ۾، 17 آڪٽوبر، 1853ع ۾ ڄائو ۽ 3 جولاءِ، 1929ع ۾ وفات ڪئي. مرزا صاحب سنڌي ادب ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو.

سبق پيو

**سکيا جي حاصلات**

- علم جي اهميت کان آگاهه ٿيڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- اسم جي قسمن جو ورجاءُ ڪرڻ.
- علم بابت گفتگو ڪرڻ.
- چوٽيون پڙهڻ ۽ لکڻ.
- مختصر مضمون لکڻ.

# پاڻ سڳورنﷺ وٽ علم جي اهميت

دنيا جي هر تهذيب ۾ علم کي وڏي اهميت حاصل آهي. علم انسان کي صحيح انسان بڻائي ٿو. علم سان انسان بامقصد زندگي گذاري ٿو. علم انسان ۽ حيوان ۾ فرق ظاهر ڪري ٿو.

انسان ذات جا وڏي ۾ وڏا محسن، حضرت محمد صَلَّي اللّٰهُ عَلَيه وَآلهٖ وَسَلَّم هميشه اها هدايت ڪندا رهندا هئا ته: ”پنهنجي سموري زندگي علم حاصل ڪرڻ ۾ گذاريو.“ اسين ڄاڻون ٿا ته، ڪنهن به سماج جي سڌاري لاءِ مردن توڙي عورتن کي پنهنجون ذميواريون پوريون ڪرڻيون پونديون آهن. مردن ۽ عورتن کي نه رڳو پنهنجي پر ڪٽنب جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ به ڪم ڪرڻو پوندو آهي، بلڪ ڪين پوري سماج لاءِ پڻ ان ڏس ۾ اهڙي ڪوشش ڪرڻي پوندي آهي. انڪري مرد توڙي عورت جو پڙهيل ڳڙهيل هئڻ ضروري آهي. پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ڪيترن ئي مسئلن کي سولائيءَ سان حل ڪري سگهن ٿا. جديد دنيا ۾ اُهي ئي ملڪ ترقيءَ تي آهن، جن ۾ مردَ ۽ عورتون پڙهيل آهن. اسان جي پياري نبي اڪرم صَلَّي اللّٰهُ عَلَيه وَآلهٖ وَسَلَّم جن اڄ کان چوڏهن سَو سال اڳ علم جي اهميت کي هيئن بيان فرمايو آهي:

(1) علم حاصل ڪرڻ، هر مسلمان مردَ ۽ عورت تي فرض آهي.

(2) علم پرايو، پينگهي کان قبر تائين.

## مفت ورهاست لاءِ

حضور اڪرم صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلهِ وَسَلَّم جي نظر ۾ علم حاصل ڪرڻ، اسلام جي بنيادي رُڪنن: توحيد، نماز، روزي، زڪوات ۽ حج وانگر اهم آهي. علم حاصل ڪرڻ سان ڪيترائي ديني ۽ دنيوي فائدا حاصل ٿين ٿا.

پاڻ سڳورن اُن انسان کي پلو سڏيو آهي، جيڪو پاڻ علم سکي ٿو ۽ ٻين کي به سيکاري ٿو. پاڻ سڳورن علم حاصل ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪندي هيئن به فرمايو آهي ته: ”علم پرايو، ان لاءِ اوهان کي چين ڇو نه وڃڻو پوي.“ اڄ کان چوڏهن سَو سال اڳ سفر جون ڪي سهولتون ميسر نه هيون. اُن زماني ۾ اهڙي تاڪيد ڪرڻ مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، انسان ذات جي سڌاري ۽ ترقيءَ جو اهم ذريعو فقط علم ئي آهي.

پاڻ سڳورا، ٻين مذهبن جي عالمن جي به عزت ڪندا هئا. بدر جي جنگ ۾ جڏهن مڪي جا ڪي مشرڪ ’جنگي قيدي‘ ٿي آيا ته انهن مان پڙهيل قيدين کي فرمايائون ته: ”اوهان مان جيڪو قيدي ڏهن مسلمانن کي لکڻ پڙهڻ سيکاريندو، ان کي آزاد ڪيو ويندو.“

حضور اڪرم صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلهِ وَسَلَّم، انسان ذات جا سڀ کان وڏا معلم آهن. سندن فرمان آهي ته: ”آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي ڪرم الله وَجهَهٗ اُن جو دروازو آهي.“

بيبي عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته ”پاڻ سڳورن جي سڄي حياتي انسان ذات کي علم سيکاريندي گذري.“ اهو ئي سبب آهي، جو انساني زندگيءَ جي هر شعبي بابت پاڻ سڳورن جون هدايتون ۽ ارشاد موجود آهن.

اسان کي جُڳائي ته ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلهِ وَسَلَّم جي ڏنل تعليم تي عمل ڪريون. علم حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجي حياتي گذاريون ۽ علم سکي پنهنجي وطن کي ترقي وٺايون.

سچ ته، علم انسان جي ٽين اک آهي. هنن ٻن اکين سان ته اسين ڏسون وائسون ٿا، پر علم جي اک اسان کي سَچ ۽ ڪوڙ، سٺي ۽ خراب، نيڪي ۽ بديءَ، حق ۽ ناحق جي پرک ۽ سڃاڻپ ڪرائي ٿي. علم، انسان کي پاڻ سڃاڻڻ سان گڏ پنهنجي رب کي سڃاڻڻ جي به ساڃاهه ڏئي ٿو.

مفت ورهاست لاءِ

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) پاڻ سڳورن ﷺ جن علم بابت ڇا فرمايو آهي؟
( ب ) جنگ بدر ۾ قيد ٿي آيل پڙهيل قيدين کي پاڻ سڳورن ﷺ ڇا فرمايو هو؟
( ج ) پاڻ سڳورن ﷺ 'علم جو دروازو' ڪنهن کي سڏيو آهي؟
( د ) انسان ذات جو سڀ کان وڏو معلم ڪير آهي؟
( و ) بيبي عائشہ رضي الله عنها پاڻ سڳورن ﷺ جي باري ۾ ڇا فرمايو آهي؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

بخيل - بيدار - ساڃاهه - وحي - غرور- شعور

3- **هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:**

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| عالم | | بدي | |
| سچ | | جنگ | |
| ترقي | | صحيح | |

4- **عام شين، نالن ۽ جاين کي 'اسم عام' چئبو آهي ۽ خاص نالن، شين ۽ جاين کي 'اسم خاص' چئبو آهي. هيٺين لفظن مان اسم عام ۽ اسم خاص کي ڌار ڪري لکو:**

انسان - پينگهو - بدر - معلم - چين - مشرڪ

5- **هيٺ ڏنل خال پريو:**

(الف) ............................ انسان جي ٿين اک آهي.
( ب ) پاڻ سڳورن ﷺ جي سڄي ..................... انسان ذات کي ................. سيڪاريندي گذري.
( ج ) علم انسان کي ........................سڄاڻ سان گڏ پنهنجي........................ کي سڃاڻڻ جي ساڃاهه سيکاري ٿو.

6- **علم جي اهميت بابت ڏهه جملا پنهنجي نوٽ بُڪ ۾ لکو.**

7- **علم جي موضوع تي ٻه دوست پاڻ ۾ گفتگو ڪريو.**

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- اسلامي مشاهير بابت ڄاڻڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- حرف جر جو استعمال ڪرڻ.

## سبق ٽيون

# امام ابو حنيفہ ؒ

اسان سڀني کي معلوم آهي تہ قرآن شريف، آخري نبي حضرت مُحمّد صَلَّي اللّٰهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَم جن تي، عربي ٻوليءَ ۾ نازل ٿيو. پاڻ سڳورا عربستان جا رهاڪو هئا. اتي جي ماڻهن جي مادري ٻولي عربي هئي.

اصحاب سڳورن کي قرآن پاڪ کي، سمجهڻ لاءِ، عربي ٻوليءَ کان سواءِ ٻي ڪنهن ٻوليءَ جي ڄاڻ جي ضرورت محسوس ڪانہ ٿي، ويتر پيغمبر سڳوريؐ جي ڪين صحبت ۽ زيارت نصيب ٿي. تنهنڪري ڪين قرآن پاڪ کي سمجهڻ ۾ وڏيڪ سولائي ٿي. ان سلسلي ۾ ڪين ڪا ڏکيائي ٿيندي هئي تہ رسول پاڪؐ کان پُڇي وٺندا هئا.

جيئن جيئن اسلام جو پيغام، عربستان جون حدون اورانگهي اڳتي وڌڻ لڳو تہ عجمي ماڻهن لاءِ قرآن شريف جي سکيا، اصول، قاعدا ۽ تعليم کي سمجهڻ اوکو ٿي پيو. تڏهن اها ضرورت محسوس ڪئي وئي تہ اسلامي تعليمات سمجهائڻ لاءِ ماڻهن کي سندن ٻولين ۾ قرآن شريف سمجهايو وڃي. اها خدمت مجتهدن ڪئي، جن جو اڳواڻ عجمي نسل مان امام ابو حنيفہ ؒ هو. مجتهد، ان عالم کي چئبو آهي، جيڪو قرآن شريف ۽ حديث مان مسئلن کي، سولي نموني سمجهائي سگهي.

امام ابو حنيفہؒ جو اصل نالو نعمان بن ثابت هو. پاڻ عراق جي شهر ڪُوفي ۾، 80 هجريءَ ۾ ڄائو هو. ابو حنيفہؒ سندس ڪُنيت يا سڃاڻپ هئي. امام ابو حنيفہؒ جو ڏاڏو 'زوطا' اسلام کان اڳ واري سنڌ جي نقشي جي خيال کان، سنڌي هو. حضرت علي ڪرم الله وَجهَهٗ جي هٿ تي امام ابو حنيفہ ؒ جي پيءُ اسلام قبول ڪيو. امام ابو حنيفہؒ، مُسلم اُمت جو هڪ وڏو امام ۽ عالم ٿي گذريو آهي. هيءُ پهريون عالم آهي، جنهن قرآن شريف کي فارسيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جي فتويٰ ۽ اجازت ڏني. اُن ڪري ٻين ٻولين ۾ ترجمي جي ذريعي، قرآن پاڪ کي سمجهڻ لاءِ وڏي آساني پيدا ٿي.

**مفت ورهاست لاءِ**

قرآن پاڪ عربي ٻوليءَ ۾ لٿو، ۽ رسول پاڪ ﷺ جن به عربي ٻولي ڳالهائيندا هئا، انڪري مسلمان اُمت تي عربي ٻولي ڄاڻڻ ضروري آهي ته جيئن اُهي قرآن شريف جي تلاوت ڪري، ان جي معنيٰ سمجهي سگهن. قرآن پاڪ جي ترجمي جو مکيه مقصد اهو وجي بينو ته قرآن شريف جي ٻوليءَ کي سمجهڻ ۾ مهارت حاصل ٿئي ۽ اُن جي برڪت سان هر مسلمان قرآن پاڪ جي عظمت ۽ فائدن کان واقف ٿئي.

جڏهن اسلام مختلف ملڪن ۾ پکڙيو ۽ قرآن شريف جي قاعدن ۽ قانونن يعني شريعت موجب فيصلا ٿيڻ لڳا ته اُن وقت قرآن پاڪ جي روشنيءَ ۾ اسلامي قانونن جي ضرورت ٿي. ان ڏس ۾ سڀ کان اوليت امام ابو حنيفهؒ جي ’حنفي فقهه‘ يعني اسلامي قانونن جي امام ابو حنيفهؒ واري سمجهاڻيءَ کي حاصل آهي. امام ابو حنيفهؒ جي شاگردن ۾ قاضي ابو يوسف ۽ امام محمد شيباني وڏا عالم ۽ فقيهه ٿي گذريا آهن.

اسلامي فقهه جي ٻئي وڏي عالم ۽ فقيهه امام مالڪؒ پڻ سندن علمي مرتبي جو ذڪر ڪيو آهي. امام ابو حنيفهؒ، عراق جي حاڪم خليفي منصور عباسي جي آڇ تي سندس ڪوفي شهر جي قاضي ٿيڻ کان انڪار ڪيو. جنهن تي کيس قيد ڪيو ويو. هُو حاڪم جي آڏو نه جُهڪيو ۽ قيد ۾ ئي 150 هجريءَ ۾، وفات ڪيائين. کيس بغداد ۾ دفن ڪيو ويو.

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) امام ابو حنيفهؒ جو اصل نالو ڇا هو؟
( ب ) امام ابو حنيفهؒ ڪٿي ڄائو؟
( ج ) قرآن شريف کي ٻين ٻولين ۾ ترجمي ڪرڻ جي اجازت ۽ فتويٰ ڪنهن ڏني؟
( د ) امام ابو حنيفهؒ اسلامي قانون جي جيڪا سمجهاڻي ڏني، ان کي ڇا ٿو سڏجي؟
( هه ) امام ابو حنيفهؒ جي شاگردن ۾ ڪهڙا وڏا عالم ٿي گذريا آهن؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

عبارت - صحبت - عجمي - مجتهد - مهارت

3- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

مفت ورهاست لاءِ

| لفظ | ضد |
|---|---|
| آخري | |
| آسان | |
| اوکو | |
| انڪار | |
| حاڪم | |
| سولائي | |

4- هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) قرآن شريف جي قاعدن يا اسلامي قانونن کي .................... چئبو آهي.

( ب ) فقهه حنفيءَ جو امام .................... آهي.

( ج ) امام ابو حنيفهؒ.................... هجري ۾ وفات ڪئي.

( د ) هيءُ پهريون عالم آهي، جنهن قرآن شريف کي ................. ۾ ترجمي ڪرڻ جي فتويٰ ۽ اجازت ڏني.

( هه ) امام ابو حنيفهؒ بغداد جي خليفي .................... جي آڇ تي ڪوفي شهر جو قاضي ٿيڻ کان انڪار ڪيو.

( و ) هُو.................. جي آڏو نه جُهڪيو ۽ قيد ۾ ئي ............. ۾ وفات ڪيائين.

5- ۾، تي، ۽، کي ’حرف جر‘ آهن.

اوهان اهي لفظ پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو.

## سبق چوٿون

### سکيا جي حاصلات

- نبي پاڪ ﷺ جي واکاڻ ڪرڻ.
- نعت کي سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولڻ.
- هم آواز لفظ ڳولي لکڻ.

# نعت

سَوَ شڪر صاحب سندا، سردار آيو منجهه عرب،
حمد هاديءَ کي، هِنئين جو هار آيو منجهه عرب.

ڪُل نبي جنهن نُور جون خبرون ڪندا ويا خلقَ سان،
سو سچو سيد ڪري سينگار آيو منجهه عرب.

مُهڙ مڙني مرسلن، محبوب، مشفق، مهربان،
مير مُرسل، مصطفيٰ، مختيار آيو منجهه عرب.

مُند مِڙوئي مينهن جي، جنهن دم وسي، تنهن ويل وَسَ،
لائي جُهڙ ڦُڙُ جا بجا، جُهونجهارُ آيو منجهه عرب.

تيو مُلاقاتي سان مالڪَ، مصطفيٰ معراج رات،
دم اندر اُونهو ڏسي اسرار آيو منجهه عرب.

آسِيون ”احمد“ رکي، آخر هليو پاسي عجيبَ،
پير پنبڻينِ مان ڪري پينارُ آيو منجهه عرب.

حاجي احمد ملاح

ياد رکو: جڏهن بہ نبي سڳوري جو نالو اچي تہ صَلّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّم ضرور پڙهو.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هيءَ نعت ڪهڙي شاعر لکي آهي؟

( ب ) هن نعت ۾ شاعر رسول پاڪؐ جي شان ۾ ڪهڙا ڪهڙا لفظ استعمال ڪيا آهن؟

2- * هيءَ نعت زباني ياد ڪريو.

* هيءَ نعت ڪورس ۾ سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو.

3- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

شُڪر - هادي - پينار - مختيار - اسرار - جهونجهارُ - مُرسل

4- ’سينگار‘ ۽ ’هار‘، هم آواز لفظ آهن. توهان اهڙا ٻيا هم آواز لفظ نعت مان ڳولي لکو.

5- هيٺ ڏنل سٽ ۾ سو، سچو، سيد ۽ سينگار لفظ ’س‘ سان شروع ٿين ٿا. اهڙن لفظن جي استعمال کي ’تجنيس حرفي‘ چئبو آهي.

سو سچو سيد، ڪري سينگار آيو منجهه عرب.

* اوهان هن نعت مان تجنيس حرفي جا ڪي ٻه مثال ڳولي لکو.

6- هيٺ ڏنل لفظن جا هم معنيٰ لفظ لکو:

حمد ................ محبوب ................ مُند ................

هادي .............. مينهن .................. آخر ................

مولوي حاجي احمد ملاح، بدين جو رهاڪو هو. هن، قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ منظوم ترجمو ڪيو، جيڪو ’نورالقرآن‘ جي نالي سان مشهور آهي. سندس ڪلام ۾ تجنيس حرفي ڪمال جي آهي.

سبق پنجون

### سکيا جي حاصلات

- قومي ڏهاڙن بابت ڄاڻڻ.
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- ساڳي معنيٰ وارا لفظ لکڻ.
- مفرد لفظن بابت ڄاڻڻ.

# يومِ آزادي

دنيا ۾ انسانن، معاشرتي زندگيءَ جا ڪيترائي اصول، ريتيون رسمون ۽ خوشيءَ توڙي غميءَ جا ڏهاڙا مقرر ڪري ڇڏيا آهن. هو اهي ڏينهن پنهنجي پنهنجي انداز سان ملهائي خوشيءَ يا غم جو اظهار ڪندا آهن. اهڙن ڏهاڙن ۾ ڪي ڏينهن مذهبي حوالي سان ملهائبا آهن تہ ڪن جو واسطو سماجي ۽ تاريخي حوالن سان هوندو آهي. اهڙا قومي ڏينهن يا تهوار، قومن جي تاريخ ۾ وڏي اهميت وارا ٿين ٿا.

اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ پڻ اهڙا ڏينهن مقرر تاريخن تي هر سال ملهايا ويندا آهن. انهن ڏينهن مان هڪ ڏينهن 'يومِ آزادي' جو آهي، جيڪو 14 آگسٽ تي هر سال وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي.

14 آگسٽ، اسان پاڪستانين لاءِ اهڙو هڪ عظيم ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن تي پاڪستان جي نالي سان هڪ نئون ملڪ، دنيا جي نقشي تي اُڀريو. ان ڏينهن، قائد اعظم محمد علي جناحؒ جي اڳواڻيءَ ۾ وڏيءَ جدوجهد ۽ قربانين کان پوءِ هڪ آزاد ۽ خودمختيار ملڪ جي صورت ۾ اسان کي نصيب ٿيو.

پاڪستان جي بانيءَ قائد اعظم محمد علي جناحؒ، پنهنجي پهرئين قومي خطاب ۾ سخت محنت، اتحاد ۽ ڪامل يقين جي متعلق تاڪيد ڪندي، هڪ نئين عزم سان بنا ڪنهن ذات پات جي فرق جي، مذهبي مت ڀيد کان سواءِ، ملڪي سلامتي ۽ خوشحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو. قائد اعظم محمد علي جناحؒ، پاڪستان جي سمورن رهواسين کي پنهنجي ذاتي زندگي، آزاديءَ سان گذارڻ ۽ مذهبي توڙي سماجي مسئلن ۾ خودمختيار رهڻ جو پڻ يقين ڏياريو.

اسين يومِ آزاديءَ کي، سرڪاري توڙي خانگي طرح تي وڏي جشن طور ملهائيندا آهيون. وفاقي سرڪار پاران هن ڏينهن جي شروعات ايڪيتاليهہ توبن جي سلاميءَ ۽ قومي جهنڊي ڦڙڪائڻ سان ڪئي ويندي آهي. هن ڏينهن تي سمورين سرڪاري آفيسن، اسڪولن، اسپتالن ۽ گهرن وغيره تي قومي جهنڊو ڦڙڪايو ويندو آهي.

هن ڏينهن تي اسان جي ملڪ جا رهواسي رنگ برنگي ڪپڙا پائي، پنهنجي قائد ۽ پاڪستان جي بانيءَ جي مزار تي حاضري ڀريندا آهن. اسڪولن، ڪاليجن ۽ عوامي ميڙن ۾ منايون ورهايون وينديون آهن. پوري ملڪ کي پاڪستاني پرچم وارين جهنڊين ۽ جهالرن سان سينگاريو ويندو آهي. گهرن توڙي آفيسن تي چراغان ڪيو ويندو آهي. وڏا وڏا ميڙ گڏ ٿي آزاديءَ جي اهميت کي اجاگر ڪري، وطن سان محبت جو عزم ورجائيندا آهن.

يومِ آزاديءَ وارو جشن سڄو ڏينهن جاري رهندو آهي. اسڪولن ۽ ڪاليجن جي شاگردن لاءِ مارچ پاسٽ ۽ تقريري توڙي راندين جا مقابلا ڪرائڻ جو پڻ بندوبست ڪيو ويندو آهي.

هن ڏينهن تي اخبارن جا خاص نمبر ڪڍي، قومي سورمن کي خراج تحسين پيش ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ قومي سورمن جون تصويرون ڏيئي، تاريخ ورجائي، نئين نسل کي آگاهه ڪيو ويندو آهي.

اخباري اشتهارن ۽ مضمونن ۾ آئيندي لاءِ پيغام ڏنل هوندو آهي تہ ملڪ کي ترقي يافتہ ۽ خوشحال بنائڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا قدم کڻڻ گهرجن.

هي ڏينهن اسان پاڪستانين لاءِ وڏي اهميت ۽ سرهائيءَ جو ڏينهن آهي. اسان کي هن ڏينهن تي ملڪ جي ترقيءَ ۽ واڌاري جو عزم ورجائڻ گهرجي.

## مشق

1- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قائداعظم محمد علي جناحؒ ، قوم کي پنهنجي پهرئين خطاب ۾ ڪهڙو پيغام ڏنو؟

( ب ) قائداعظم پاڪستان جي سمورن رهواسين کي ڪهڙو يقين ڏياريو؟

( ج ) يومِ آزادي جي شروعات ڪهڙي ريت ڪئي ويجي ٿي؟

( د ) 14 آگسٽ تي اخبارن جي خاص نمبرن ۾ نئين نسل لاءِ ڪهڙو مواد ڏنو ويندو آهي؟

( هہ ) اسان کي پنهنجي ملڪ جي ترقي لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| تَهوار | | |
| اتحاد | | |
| مت ڀيد | | |
| چراغان | | |
| عظيم | | |

3- هيٺين لفظن جا ساڳي معنيٰ وارا لفظ لکو:

آزادي ..............................

ريتيون ..............................

تاڪيد ..............................

پيغام ..............................

خوشحالي ..............................

4- اسين ٻيا ڪهڙا ڏينهن يادگار طور ملهائيندا آهيون؟

ياد رکو تہ: آزاد پاڪستان ۾ رهندڙ هر ڪنهن کي پنهنجي مذهبي عقيدي موجب ڏينهن ملهائڻ جي پوري آزادي آهي.

استاد لاءِ هدايت: استاد ٻارن کي مفرد لفظن جي مفهوم جي آگاهي ڏئي.
جيئن: چوڪر - گهر ۽ ڪتاب وغيره.

## سبق ڇهون

### سکيا جي حاصلات

- سنڌ جي شخصيتن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي خدمتن بابت آگاهي حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- هم معنيٰ لفظ لکڻ.
- مختصر نوٽ لکڻ.

# رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي

وطن جي آزاديءَ، خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ لاءِ جن عظيم انسانن جدوجهد ڪئي انهن مان رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي به هڪ هو.

هي نامور انسان، ڪوٽ غلام محمد جي ’ڏينگاڻ‘ نالي ڳوٺ ۾ سن 1881ع ۾ ڄائو هو. اهو ڳوٺ ميرپورخاص ضلعي ۾ آهي. سندس پيءُ جو نالو رئيس ولي محمد خان هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. پوءِ حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ ۾ داخل ڪيو ويو. هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ علي ڳڙهه پڻ ويو، اتي ڪجهه عرصو رهڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم جاري رکڻ لاءِ انگلنڊ روانو ٿيو، جتان بئريسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري وطن واپس وريو.

ولايت مان موٽڻ کان پوءِ، حيدرآباد ۾ وڪالت شروع ڪيائين. جيئن ته سندس تعلق زميندار خاندان سان هو، تنهنڪري وڪالت ڇڏي، جديد طريقن سان زمينون آباد ڪرائڻ شروع ڪيائين. زرعي مشينريءَ جو استعمال ۽ سڄاڻپ ڪرائڻ واري هن باشعور زميندار، سنڌ جي ٻين آبادگارن کي پڻ زراعت جي نون طريقن کي ڪتب آڻڻ لاءِ آماده ڪيو. هيءُ سنڌ جو پهريون آبادگار هو، جنهن ڪپهه جو ڪارخانو پڻ قائم ڪيو.

رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي ڪيترائي سال ممبئي ڪائونسل جو ميمبر به ٿي رهيو، جتي ملڪي ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪيترين ئي ڪارائتيون رٿون پاس ڪرايائين. هُو سرڪاري عملدارن جي رسائي ۽ سفارش جي خلاف هو، جنهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ سرڪاري مخالفت جي باوجود ڪميشن مقرر ڪرايائين.

هُو وڏو بهادر ۽ همت وارو انسان هو، انگريز سرڪار پاران مقرر ڪيل ڪنهن به آفيسر جي پرواهه نه ڪندو هو. سندس دوستن ۾ سيٺ هرچند راءِ وشنداس ۽ سيٺ غلام علي چاڳلا ڪراچيءَ وارو ذڪر ڪرڻ جوڳا آهن.

رئيس غلام محمد خان پرڳڙي، ممبئي ڪائونسل ۾ غريب مسلمانن جي تعليم لاءِ ’سيس بل‘ جي رٿ پيش ڪئي، جنهن موجب هرهڪ زميندار کان هڪ رپئي پنيان سرڪاري ڍل تي ان وقت جون ٽي پايون يا هڪ پئسو تعليم لاءِ وصول ڪرائڻيون هيون، پر ڪن زميندارن ان رٿ کي پاس ٿيڻ نه ڏنو. تنهنڪري غريب مسلمانن جا ٻار مفت تعليم حاصل ڪرڻ واري سهوليت کان محروم رهجي ويا. ڪيس زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين هن ڳالهه جو ارمان رهيو. حيدرآباد جي نئشنل ڪاليج ڪولرائڻ ۾ به سندس وڏو هٿ هو. جنهن لاءِ ممبئي سرڪار جي گورنر کان خصوصي اجازت حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجون ذاتي ڪوششون ورتائين. ان ڪاليج جي بورڊ جو پهريون صدر هئڻ جو اعزاز به کيس ئي حاصل آهي.

رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪيترن ئي غريب شاگردن جي ڳُجهه ڳوهه ۾ مالي مدد پڻ ڪندو هو. پاڻ ڪيترين ئي اخبارن جي مالي سهائتا به ڪيائين. سندس پوري زندگي ماڻهن جي ڀلائيءَ وارن ڪمن ۾ گذري. هو غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ نهايت سادو انسان هو. ريل ۾ سفر دوران، فرسٽ ڪلاس جي ٽڪيٽ هوندي به عام مسافرن سان گڏ گاڏيءَ ۾ سفر ڪندو هو. ’الامين‘ نالي هڪ اخبار پڻ حيدرآباد مان جاري ڪيائين.

سنڌ سرڪار سندن خدمتن جي مڃتا طور ’جيمس آباد‘ شهر جو نالو سندس نالي پنيان ”ڪوٽ غلام محمد“ رکيو آهي.

رئيس غلام محمد خان پرڳڙي سن 1924ع ۾ وفات ڪئي. سندس جنازي ۾ هزارين هندو توڙي مسلمان شريڪ ٿيا. کيس اباڻي ڳوٺ ڊينگاڻ پرڳڙيءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

## مشق

-1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
( ب ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙيءَ ابتدائي تعليم ڪٿان پرائي؟
( ج ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ولايت مان ڪهڙو امتحان پاس ڪري، وطن موٽي آيو؟
( د ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي جو حيدرآباد ۾ ڪهڙي ڪاليج ڪولرائڻ ۾ هٿ هو؟
( ه ) پرڳڙي صاحب ڪهڙي نالي سان حيدرآباد مان اخبار جاري ڪئي؟
( و ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪهڙي سن ۾ وفات ڪئي ۽ ڪٿي دفن ٿيل آهي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنھنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| نامور | | |
| باشعور | | |
| سھائتا | | |
| ڪميشن | | |
| محروم | | |
| ڪارائتيون | | |

3- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي سنڌ جو پهريون آبادگار هو جنهن ...................... جو ڪارخانو قائم ڪيو.

( ب ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ولايت مان موٽڻ ڪان پوءِ .......................... شهر ۾ وڪالت شروع ڪئي.

( ج ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪيترائي سال .................... ڪائونسل جو ميمبر تي رهيو.

( د ) رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ڪيترن ئي غريب .................... جي ڳُجهه ڳوهه ۾ مالي مدد پڻ ڪندو هو.

4- ساڳي معنيٰ وارا لفظ لکو:

تعلق .....................    سفارش ...................

زراعت ................    بهادر .......................

مفيد .....................    ذڪر .......................

5- سنڌ جي ڪنهن به هڪ سماجي ڪارڪن جي خدمتن تي مختصر نوٽ لکو.

سبق ستون

# قومي جھنڊو

**سکيا جي حاصلات**

- قومي جهنڊي جي اهميت بابت ڄاڻڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- صحيح لفظن تي نشان لڳائڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.

دنيا جي هر ملڪ کي پنهنجو ’قومي جهنڊو‘ هوندو آهي، جيڪو اُن ملڪ جي سڃاڻپ جي نشاني هوندو آهي. اسان جي ملڪ پاڪستان کي بہ پنهنجو هڪ قومي جهنڊو آهي، جيڪو سائي ۽ اڇي رنگ جو آهي. جهنڊي جي سائي رنگ، واري حصي ۾ چنڊ ۽ تارو اڇي رنگ جا آهن. جهنڊي جو سائو رنگ خوشحاليءَ ۽ سرسبزيءَ جي علامت هئڻ سان گڏ ملڪ جي گهڻائيءَ واري آباديءَ، يعني مسلمانن جي نمائندگي ڪري ٿو. اڇو رنگ، امن جي علامت هئڻ سان گڏ ٻين مذهبن جي رهاڪن، يعني ٿورائيءَ وارن جي نشاندهي ڪري ٿو.

ملڪن جي سربراهن ۽ عيوضين جي وچ ۾ ٿيندڙ ملاقاتن وقت، سمورا ملڪ

پنهنجا قومي جهنڊا ڦڙڪائيندا آهن. ان ريت مختلف ملڪن ۾ ٿيندڙ ثقافتي ميلن، نمائش ۽ عالمي راندين جي موقعن تي پڻ مختلف ملڪن جا جهنڊا جهولايا ويندا آهن.

آڳاٽي زماني کان وٺي جنگين ۾ جهنڊا کنيا وڃن ٿا.

هر حڪومت جي اها ڪوشش هوندي آهي ته اُن ملڪ جا رهاڪو، پنهنجي وطن جي جهنڊي جي عزت ۽ شان کي سمجهن. تاريخ ۾ اهڙا ڪيترا ئي واقعا موجود آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته مختلف قومن پنهنجي جانين جون قربانيون ڏئي، پنهنجي ملڪن جي جهنڊن کي مٿانهون رکيو ۽ انهن کي جهڪڻ نه ڏنو.

اسلامي تاريخ مان خبر پوي ٿي ته، رسول الله صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّم پڻ 'جهنڊي' کي وڏي اهميت ڏني آهي. پاڻ سڳورن 'جنگ اُحد' ۾، هڪ اصحابي مصعب بن عُمير رضي الله تعاليٰ عنهُ جي حوالي جهنڊو ڪيو. سخت لڙائيءَ کان پوءِ به هن اصحابيءَ سڳوري جهنڊي کي ڪِرڻ نه ڏنو ۽ اُن کي اوچو رکيو. شهيد ٿيڻ وقت به جهنڊو سندس سيني سان سوگهو هو.

خيبر جي جنگ ۾ نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّم جن جهنڊو حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جي حوالي ڪيو ۽ مسلمانن کي سوڀ نصيب ٿي.

اسين پاڪستان جا سمورا رهواسي جڏهن پنهنجي قومي جهنڊي کي اُتانهون ڦڙڪندي ڏسندا آهيون، تڏهن اسان جي دلين ۾ جوش، ولولو ۽ پنهنجي ملڪ لاءِ پيار وڌي ويندو آهي. ان وقت هڪ بهادر ۽ زنده قوم جي فردن وانگر اسان جو ڳاٽ اوچو ٿي ويندو آهي ۽ دل بهار بهار ٿي ويندي آهي.

اسان سڀني پاڪستانين جو فرض ٿئي ٿو، ته پنهنجي ملڪ جي قومي جهنڊي سان محبت ڪريون ۽ ان جي حفاظت ۽ مانُ مٿانهون ڪرڻ لاءِ وڏي ۾ وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ پڻ تيار رهون.

## مشق

### 1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هر ملڪ کي پنهنجو قومي جهنڊو ڇو هوندو آهي؟
( ب ) جنگ احد ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جهنڊو ڪهڙي اَصحابيءَ جي حوالي ڪيو؟
( ج ) جنگ خيبر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جهنڊو ڪنهن کي ڏنو؟
( د ) پاڪستان جي جهنڊي ۾ سائو ۽ اڇو رنگ ڇا جي علامت آهن؟

### 2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| علامت | | |
| نشاندهي | | |
| سربراهه | | |
| عيوضي | | |
| اَصحابي | | |
| ولولو | | |

### 3- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) پاڪستان جي قومي جهنڊي جي سائي رنگ واري حصي ۾ ........................ ڏنل آهي.
( ب ) پاڪستان جي جهنڊي ۾ اڇو رنگ ........................ جي نمائندگي ڪري ٿو.
( ج ) ملڪ جي جهنڊي جي حفاظت ۽ ........................ لاءِ وڏي ۾ وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي.

4- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
|---|---|
| گھٽائي | |
| محبت | |
| آڳاٽي | |
| اُتانهون | |
| سوپ | |
| خوشحالي | |

5- جهنڊي جي احترام جو ڪو هڪ واقعو ٻڌايو.

- اڌ دم (؛) - هن نشانيءَ تي ٿوري دم ڪان وڌيڪ ساهه کڻبو آهي. جملي جا ٻه وڏا ڀاڱا جن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي، انهن وچ ۾ ٿوري دم ڪان وڌيڪ بيهڻ جي ضرورت آهي، اتي اڌ دم (؛) نشاني ڏبي آهي.

ياد رکو تہ: ٿورائي ۾ رهندڙن کي اقليتي يا اقليت وارا بہ چئبو آهي.

## سبق اٺون

# عالم سڀ آباد ڪرين

### سکيا جي حاصلات

- عالم جي آباديءَ جو تصور سمجهڻ.
- بيت جو مفهوم ڄاڻڻ.
- بيت سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- حرف ندا جي وصف ۾ استعمال سکڻ.

موتي مانداڻِ جِي، واري ڪيائين وارَ،
وڄون وسڻ آئيون، چوڏس تي چوڌارَ،
ڪي اُتي هليون اِستنبول ڏي، ڪي مُڙيون مغرب پارَ،
ڪي چِمڪن چين تي، ڪي لهن سَمرقندن سارَ،
ڪي رمي ويون رومَ تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌارَ،
ڪي دِلي، ڪي دکن، ڪي گُڙن متي گرنارَ،
ڪن جُنبي جيسر مير تان، ڏنا بيڪانير، بڪارَ،
ڪنهِين پُڄ ڀڄائيو، ڪنهِين ڍٽ متاهين ڍارَ،
ڪنهِين اڇي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهارَ،
سائينمِ! سدائين ڪرين، متي سنڌ سُڪارَ،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ

## مشق

1- هينئين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت ۾ ڪهڙن ملڪن جي شهرن جو ذڪر آهي؟

( ب ) هن بيت ۾ سنڌ جا ڪهڙا علائقا ۽ شهر بيان ڪيا ويا آهن؟

( ج ) شاعر بيت جي آخري ٻن سٽن ۾ ڪهڙي دعا گهري آهي؟

2- هي بيت زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان پڙهو:

3- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت تان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| مانداڻ | | |
| چوڏس | | |
| ولهار | | |
| ڍار | | |
| سُڪار | | |
| عالم | | |
| رمي | | |

4- حرف ندا: اهڙا لفظ جيڪي سڏ ڪرڻ يا دل جي حالت ۽ ڪيفيت جهڙوڪ: ڏک، خوشي، افسوس، عجب، ڪاوڙ يا ڏکار لاءِ ڪم اچن. انهن کي 'حرف ندا' چئبو آهي. جيئن: افسوس! منهنجي ٻلي مري وئي.

* اوهين هيٺ ڏنل جملا مڪمل ڪريو:

(1) واهه واهه!..........................

(2) او!..................................

(3) هاءِ هاءِ!..........................

ياد رکو تہ: سائينم! (منهنجا سائين!) حرف ندا جو مثال آهي.

5- بيت ۾ آيل ملڪن ۽ شهرن جي نالن کي الف - ب جي ترتيب سان لکو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ کي شاعرن جو سرتاج سڏيو وڃي ٿو. سندس والد جو نالو شاهه حبيب هو. سندس مقبرو ڀٽ شاهه ضلعي مٽياريءَ ۾ آهي.

سبق نائون

## ابتدائي طبي امداد

**سکيا جي حاصلات**

- ابتدائي طبي امداد يا ترت علاج بابت ڄاڻڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- بين سان ڏک سک ۾ ڀائيوار ٿيڻ.
- درست جواب ڏيڻ.
- جملا درست ڪرڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.

جڏهن به ڪنهن حادثي يا زميني توڙي آسماني آفتن سبب انسانن جو مالي يا جاني نقصان ٿيندو آهي ته همدردي ۽ سهائتا لاءِ آسپاس جا ماڻهو ڊوڙي اچي پهچندا آهن ۽ انساني جانين کي بچائڻ لاءِ ڪوششون ڪندا آهن يا ڪنهن حادثي جي شڪار ٿيل انسان جي زندگي خطري ۾ ڏسبي آهي ته هڪدم گهربل اُپاءَ وٺندا آهن. اهڙي وقتائتي امداد کي ترت علاج يا ابتدائي طبي امداد چئبو آهي.

جڏهن به ڪنهن کي ڪو بجليءَ جو شاڪ يا جهٽڪو لڳي ٿو، بجليءَ جي تار ۾ ڦاسي پوي ٿو، ڏک لڳڻ سبب رت وهي ٿو، ڪنهن کي نانگ ڏنگي ٿو، ڪو باهه ۾ سڙي پوي يا پاڻيءَ ۾ ٻڏي پوي ٿو، ته ان جي حياتيءَ بچائڻ لاءِ ڌار ڌار طريقا استعمال ڪرڻا پون ٿا. جيڪڏهن معمولي قسم جي طبي امداد جي ضرورت ٿئي ٿي ته مقامي طور تي ان جو علاج ڪيو وڃي ٿو، پر شديد قسم جي حالت ۾، جنهن ۾ حياتي وڃڻ جو خطرو سمجهيو وڃي ٿو ته ڊَڪيءَ کي اسپتال پهچايو وڃي ٿو.

هتي اسين اهڙين حالتن ۾ ابتدائي طبي امداد ڏيڻ جي ڪجهه طريقن بابت ٻڌايون ٿا. بجليءَ جي جهٽڪي لڳڻ جي صورت ۾ ڪو ماڻهو بجلي جي تار ۾ ڦاسي پوي ٿو ته ان کي ڇڏائڻ لاءِ بجلي بند ڪجي يا سُڪَلَ ڪانيءَ سان ڦاٿل ماڻهوءَ کي آزاد ڪرائجي. ساهه بند ٿيڻ جي حالت ۾ هٿرادو طريقي سان ساهه کڻائجي، سندس جسم جي چرپر روڪجي، ان کان پوءِ اهڙي شخص کي يڪدم ڪنهن ويجهي اسپتال پهچائجي.

ياد رکو ته آلِيءَ شيءِ يا پسرائينڊڙ مادي سان بجلي جي تارن ۾ ڦاٿل شخص کي نه ڇڏائجي، پوسل واري جاءِ، آلي ڪپڙي يا آلي جُتيءَ سان ڦاٿل شخص جي ويجهو نه وڃجي، ڇاڪاڻ ته آلاڻ سبب ڇڏائڻ وارو شخص پاڻ به ڦاسي سگهي ٿو.

نانگ ڏنگڻ جي حالت ۾ ڏنگ لڳل هنڌ کان ٿورڙو مٿي ڪنهن رسيءَ، رومال يا

اڳتيءَ سان هڪدم اهو حصو ايترو زور سان ٻڌي ڇڏجي جو اُن ٻَڌ ۾ آڱر وجي سگهي، ائين ٻڌڻ سان زهر پکڙجي نه سگهندو، پوءِ جيترو جلد ٿي سگهي ڏنگيل شخص کي اسپتال پهچائجي.

پاڻيءَ ۾ ٻُڏل ماڻهو کي پيٽ ڀر ليٽائي، مُنهن هڪ پاسي لاڙي پوءِ کابي پاسي کان مٿي ڏانهن مُنهن ڪري، گوڏن ڀر ويهي ٻيئي هٿ پٺيءَ جي وچ تي، ڪرنگهي جي ٻنهي پاسن کان رکي، پنهنجي ٻُت کي اڳتي ڪري گُهربل زور ڏجي ته جيئن ڦڦڙن مان پاڻي ٻاهر نڪري وڃي. ائين ايستائين ڪندو رهجي، جيستائين پاڻي ۾ ٻڏل ماڻهو جو پاڻي نڪري نه وڃي.

باهه وڪوڙيل کي هڪدم ڪنهن ٿلهي ڪپڙي ۾ ويڙهي باهه وسائڻ جي ڪوشش ڪجي. سڙيل کي ترت اسپتال پهچائڻ جي ڪوشش ڪجي.

جَهولي سٽيل شخص ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ٿي وڃي ٿي، تيز بخار ٿي پوي ٿو ۽ بيهوش به ٿي سگهي ٿو، دل جو ڌڙڪو وڌي سگهي ٿو، مٿي ۾ سخت سور ۽ الٽي به ٿي سگهي ٿي. اهڙي شخص کي اول ڪٿي ڇانوَ ۾ آڻي، پوءِ پاڻي يا شربت پيارجي ۽ اسپتال پهچائڻ جو بندوبست ڪجي.

ڌڪ لڳڻ جي حالت ۾ جيڪڏهن رت وهندو هجي ته اول رت بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي، ان لاءِ متاثر جاءِ تي صاف سُتري پٽي رکي هٿ جو زور ڏئي رت بند ڪجي ۽ جلد اسپتال پهچائڻ جي ڪوشش ڪجي.

سيني فردن لاءِ ضروري ٿئي ٿو ته هو ابتدائي طبي امداد (First Aid) جي ڄاڻ رکن ۽ ابتدائي طبي امداد جي پيتي (First Aid Box) پنهنجن گهرن ۾ موجود رکن.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ابتدائي طبي امداد جو مطلب ڇا آهي؟
( ب ) ابتدائي طبي امداد کي ٻيو ڇا سڏيو وڃي ٿو؟
( ج ) ابتدائي طبي امداد جي ضرورت ڪهڙي وقت پئي ٿي؟
( د ) بجليءَ جي تار ۾ ڦاٿل کي ڪيئن ڇڏائجي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

أپاءَ - امداد - نوعيت - غير پسرائيندڙ - جهولي ستيل - معمولي

3- درست جواب تي (✓) نشان لڳايو:

(الف) غير پسرائيندڙ جسم ڪهڙو آهي؟
لوهه - ڪاٺ - پتل - پاڻي
( ب ) ٻڏل شخص کي اونڌو ڪري ڇو ليٽائبو آهي؟
ساهه ڪڍڻ لاءِ - پيٽ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ - رت جي دؤري کي بحال ڪرڻ لاءِ
( ج ) جَهولي ستيل جي جسم ۾ ڪهڙي کوٽ ٿي وڃي ٿي؟
رت جي - آڪسيجن جي - ڪاڏي جي - ساهه جي

4- جملا درست ڪريو:

- ماڻهوءَ کي نانگ ڏنگي وئي.
- ڇوڪري پاڻي ۾ ٻڏي ويو.
- متي ۾ سخت سور پئي ٿي.

ياد رکو ته: حادثاتي حالتن ۾ وقتائتي امداد لاءِ ريسڪيو نمبر تي فون ڪري مدد طلب ڪجي.

## سبق ڏهون

### سکيا جي حاصلات

- همدردي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- ڏنل واقعو لکڻ.

# همدردي

اڪبر هڪ نهايت ئي غريب پر محنتي ڇوڪر هو. هُن کي ننڍي هوندي کان ئي پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هو. هي اڃا ننڍو ئي هو ته سندس پيءُ گذاري ويو. اڪبر جي ڪُلهن تي سندس امڙ ۽ ڇهن ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن جي ذميواري پڻ هئي. مٿان گهر جي مسواڙ ۽ روزانو ٽن وقتن جي ماني کي پورو ڪرڻ هُن لاءِ هڪ ڏکيو مرحلو هو. هو گهر جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ بازار مان ننڍيون ننڍيون شيون خريد ڪري پاڙي ۾ وڪڻندو هو ۽ ان سان گڏ پڙهي به رهيو هو. سڄو ڏينهن محنت مزوري ڪرڻ کان پوءِ هُو رات جو پنهنجي پاڙي ۾ ٿنڀي تي لڳل بلب جي روشني ۾ پڙهندو به هو. اُن جي خيال ۾ تعليم ڪانسواءِ ڪو به انسان ترقي نٿو ڪري سگهي نه ئي ڪاميابي جي ڪُنجي هٿ ڪري روشن مستقبل جو در کولي سگهي ٿو.

هڪڙي ڏينهن هُو وڪري لاءِ سامان کڻي در در تي ويو پر اُن ڏينهن اڪبر کان ڪنهن هڪ رُپئي جو به سامان خريد نه ڪيو. شام ٿي وئي اڪبر بکيو ۽ اُڃيو موٽيو. سوچيائين ته اڄ گهر ڇا کڻي ويندس؟ ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن کي کائڻ لاءِ ماني ڪٿان وٺي ڏيندس. هن پريشان ٿي آسمان ڏانهن اکيون کڻي ڏٺو ته اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس ۽ انهيءَ مهل هُن تي قدرت کي رحم آيو ۽ دل ۾ خيال آيس ته، ڇو نه پلا آخري پيرو پر واري گهر جي در کي کڙڪائي ٿو ڏسان! اهو سوچي در کي کڙڪايائين ته، اندران هڪ عورت نڪتي. اڪبر هُن عورت کي سامان ڏيکارڻ لڳو، هُن عورت کي سامان جي ضرورت ته ڪانه هئي پر اڪبر جي ظاهري لباس ۽ ڳالهائڻ جي طريقي مان اندازو لڳائي ورتائين ته هي ڇوڪر نه صرف ضرورتمند آهي پر اُڃيو ۽ بکيو به آهي. هن اڪبر سان مدد ڪرڻ جي خيال کان سامان وٺڻ جي ها ڪئي.

اڪبر هن رحم دل عورت کي چيو ته، مون کي ماني کان وڌيڪ ضرورت هن سامان کي وڪڻڻ جي آهي. نيڪ عورت جي دل ۾ هن خوددار، باهمت ۽ محنتي ڇوڪر لاءِ

همدردي جاڳي. هُن اڪبر ڪي پيار سان چيو تہ تون منهنجي پُٽ وانگر آهين. هاڻي آءٌ سامان وٺان ٿي ۽ تون هيءَ ماني کاءُ.

اڪبر محسوس ڪيو تہ نيڪ عورت جي دل ۾ الله پاڪ هن لاءِ همدرديءَ جو احساس پيدا ڪيو آهي. اڪبر جي ذهن ۾ هن نيڪ دل عورت جو چهرو هميشہ لاءِ محفوظ ٿي ويو.

اهڙيءَ ريت وقت جو ڦيٿو تيزيءَ سان ڦرندو رهيو ۽ اڪبر پنهنجي شوق ۽ سخت محنت سان پڙهي هڪ ڪامياب ڊاڪٽر بڻجي ويو. غريبي کان مڃي مانيءَ تائين پهچڻ جو سفر مشڪل ضرور هو پر هو ڪامياب ٿيو. ڪيس غربت وارا ڏينهن ياد هئا. ان ڪري هُو پنهنجيءَ اسپتال ۾ غريبن مسڪينن جو مفت علاج ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن هُو اسپتال ۾ موجود هو تہ ايمرجنسي وارڊ ۾ هڪ ايڪسيڊنٽ جو ڪيس آيو. هڪ عورت جيڪا رستو پار ڪري رهي هئي، تنهن کي ڪنهن ڪار واري ٽڪر هڻي زخمي ڪري وڌو ۽ هوءَ بيهوش ٿي وئي. واٽهڙن همدردي ڪري هن کي پير واريءَ اسپتال ۾ پهچايو.

اڪبر جيڪو هاڻي شهر جو نالي وارو ڊاڪٽر هو. اُن هن عورت جو آپريشن ڪيو. آپريشن ڪندي هُن عورت جو منهن ڏٺو تہ، اڪبر جي اکين ۾ پاڻي پرجي آيو. هُن آپريشن ڪري ان عورت جي جان بچائي ورتي.

جڏهن اها عورت نيڪ ٿي وڃڻ وقت ڪائونٽر تي پئسا ڏيڻ لڳي تہ، هن کي اتي پرسان بيٺل ڊاڪٽر اڪبر چيو تہ، توهان جو بل ملي ويو آهي. آءٌ اهو ئي غريب ڇوڪر آهيان جنهن کان توهان نہ صرف سامان خريد ڪيو هو پر ماني بہ کارائي هئي. انهيءَ عورت ڪيس دعائون ڏيندي چيو تہ پُٽ شاباس هجيئي! غريبن جي مدد ڪندو رهندين تہ سدائين خوش هوندين.

ٻارو! چڱائي ڪڏهن بہ ضايع نہ ٿيندي آهي. اسان کي گهرجي تہ غريبن ۽ مسڪينن سان همدردي ڪريون ۽ اوکيءَ ويل انهن جي ڪم اچون. الله تعاليٰ بہ انهيءَ انسان کي پسند ڪري ٿو جيڪو هن جي مخلوق سان پيار ۽ همدردي سان پيش اچي ٿو.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اڪبر جي گهر ۾ ڪيترا ڀاتي رهندا هئا؟
( ب ) اڪبر رات جو ڪيئن پڙهندو هو؟
( ج ) پاڙي جي عورت اڪبر سان ڪيئن پيش آئي؟
( د ) اڪبر ڊاڪٽر ڪيئن بڻيو؟
( ه ) هن سبق مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟
( و ) اسان کي انسانن سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

احسان - ضايع - اوکيءَ ويل - خوددار - ايمرجنسي

3- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

بيهوش - پسند - وڪرو - معافي - اوکو

4- اوهان اهڙو ڪو ٻيو واقعو لکي ڏيکاريو.

- ٿورو دم (،) - هن نشانيءَ کي ڪاما به چون ٿا. پڙهڻ دوران هن نشانيءَ تي ٿورڙو بيهبو آهي.

**ياد رکو ته:** اسين ڪنهن کي ڏکئي وقت ۾ ڪم ايندا سين ته الله سائين اسان جي ڏکيائي ختم ڪندو.

## سبق يارهون

# اخلاقي قدر

**سکيا جي حاصلات**

- اخلاقي قدرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظ ڪم آڻي خال ڀرڻ.
- آڪاڻي ٻڌائڻ.
- فلاحي ادارن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

اخلاقي قدرَ، اُهي انساني خوبيون آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي بنيادي حقن ۽ فرضن جي ڄاڻ ڏين ۽ انساني ڪردار کي نکارين. اهڙي تعليم، جيڪا سماج جا وڻندڙ گُڻ سيکاري، چڱي ۽ بُري جي ڄاڻ ڏئي، سماجي تصورن يعني انسان جي حقن ۽ فرضن کان واقف ڪري، اخلاقيات جي دائري ۾ اچي وڃي ٿي.

انسان، سمورن ساهوارن ۾ وڏي مانَ ۽ شرف وارو آهي، جنهنڪري کيس اشرف المخلوقات سڏيو ويو آهي. انسان ۾ اهڙيون خوبيون ۽ خصلتون هئڻ کپن، جيڪي ٻين انسانن جي بهتريءَ ۽ سُک جي ضمانت ڏين. هو ٻين جي سُک کي پنهنجو سُک ڪري سمجهي ۽ ٻين جي تڪليف کي پنهنجي تڪليف محسوس ڪري. سماج يا ملڪ جي فردن جي ڀلائيءَ، ترقيءَ ۽ احترام لاءِ جوڙيل قاعدن ۽ قانونن کي اخلاقيات ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. سماج ۾ انسانيت جو احترام بنيادي اصول آهي. دنيا جو هر مذهب ۽ قانون اهڙن اصولن جي پابندي سيکاري ٿو. سُنن گُڻن ۽ اخلاقي قدرن ۾ هيٺيون ڳالهيون اچي وڃن ٿيون:

(1) **سهپ ۽ بُردباري:** ڪاوڙ ڏياريندڙ ڳالهين تي غصو نه ڪرڻ کي 'سهپ يا بردباري' چئبو آهي. بُردباري انسان جي اعليٰ خصلت آهي. اهڙي ماڻهوءَ کي دنيا ۽ آخرت ۾ وڏا مرتبا ۽ درجا حاصل ٿيندا. قرآن پاڪ ۾ اچي ٿو ته: "اُهي ڪاوڙ کي پيئڻ ۽ ماڻهن کي معاف ڪرڻ وارا آهن ۽ اهڙن نيڪي ڪرڻ وارن کي الله سائين پنهنجو دوست رکي ٿو."

(2) **معاف يا درگذر ڪرڻ:** معاف ڪرڻ يا درگذر ڪرڻ، سُنو انساني گُڻ آهي. مڪي جي فتح واري ڏينهن، انهن سمورن خطاڪارن ۽ مخالفن کي پاڻ سڳورن جي سامهون آندو ويو، جن پنهنجي وقت ۾ پاڻ سڳورن تي ظلم ڪيا هئا. پاڻ سڳورن انهن سيني کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ ڪنهن کان به بدلو نه ورتائون. بيمار کان پڇڻ، غريبن جي سار سنڀال لهڻ، پاڙيسرين سان

بهتر سلوڪ اختيار ڪرڻ لاءِ پڻ گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي جي ڏک سک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ پڻ هڪ اعليٰ گڻ آهي. دنيا جي هر مذهب توڙي سماج ذڪر ڪيل ڳالهين کي پنهنجي اصولن ۾ مٿانهين جڳهه ڏني آهي ۽ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ زور ڀريو آهي.

(3) **صبر ۽ شڪر**: مصيبتن، جسماني ۽ روحاني تڪليفن ۾ پنهنجي نفس کي اهڙيءَ طرح قابو ۾ رکجي جو زبان مان ڪوبہ ٻُرو لفظ نہ نڪري ۽ نہ ئي ڪا پريشاني ٿئي، بلڪ وڏين وڏين مصيبتن جي سامهون عزم ۽ استقلال سان ڄمي بيهڻ کي 'صبر' چئبو آهي. قرآن پاڪ ۾، الله سائينءَ فرمايو آهي تہ: "اِنّ اللّهَ مَعَ الصّابِرِيۡنَ" يعني "بيشڪ الله تعالىٰ صبر ڪرڻ وارن سان گڏ آهي." هن دنيا ۾ رنج ۽ راحت، خوشي ۽ غميءَ جو گهرو لاڳاپو آهي. ان لاءِ هر انسان تي لازم آهي جڏهن بہ ڪيس نعمت ۽ راحت ملي تہ الله جو شڪر ادا ڪري ۽ وري ڪابہ تڪليف ۽ رنج پهچي تہ صبر ڪري.

(4) **خوش اخلاقي**: هر انسان سان خوش اخلاقيءَ سان پيش اچڻ پيغمبرن واري خصلت آهي. جنهن جي لاءِ پاڻ سڳوارا فرمائين ٿا تہ: "يقيناً سڀني مسلمانن مان سڀ کان وڌيڪ مون کي اهو شخص محبوب آهي جنهن جا اخلاق سُٺا هوندا."

ڪن اصحاب سڳورن، حضور صلعم جن کان سوال ڪيو تہ: 'يا رسول الله سڀ کان بهترين شيءِ، جيڪا انسان کي ملي آهي، اها ڪهڙي شيءِ آهي؟' پاڻ سڳورن فرمايو تہ: "سُٺا اخلاق". حضور صَلّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَم هڪ ٻئي موقعي تي اهو بہ فرمايو تہ: "قيامت جي ڏينهن مومن جي ميزان ۾ سڀ کان وڌيڪ وزن واري شيءِ، هُن جا سُٺا اخلاق هوندا." (مِشڪواة المصابيح)

اڄڪلهہ دنيا ۾ سائنسي ترقيءَ مفاصلا گهٽائي ڇڏيا آهن، ۽ پوري دنيا هڪ گهر مثل بڻجي وئي آهي. وقت جي اهم گهرج آهي تہ انسان ڪوشش ڪري تہ هر ماڻهو سڪون سان زندگي گذاري، ڇاڪاڻ تہ ماضيءَ ۾ جنگين ۽ لڙاين جي ڪري انساني جانين ۽ انهن جي ملڪيت کي جيڪو ڇيهو رسيو آهي سو انگن ۾ شمار ڪري نٿو سگهجي. ان ڪري ضروري ٿي پيو آهي تہ نہ فقط اهڙن نقصانن کان بچڻ لاءِ ڪا گڏيل ڪوشش ڪرڻ کپي پر سڀ انسان گڏجي هڪٻئي جي ڏک سک ۾ ڀائيوار ٿين. خاص ڪري دهشتگردي انسان جي امن ۽ سڪون کي برباد ڪرڻ وارو هڪ اهڙو راڪاس آهي جنهن انسانيت جا سڀ ليڪا لتاڙي دنيا کي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو آهي.

ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي ڪيترائي ادارا انساني ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪندا رهن ٿا، جن مان بهتر نتيجن جي اميد آهي. اهڙيءَ ڪوشش سان انساني سماج کي بهتر بڻائي سگهجي ٿو.

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) سهپ ۽ بردباري مان ڇا مراد آهي؟
( ب ) صبر ۽ شُڪر بابت اوهان کي ڪهڙي ڄاڻ حاصل ٿي آهي؟
( ج ) خوش اخلاقي ڇا کي ٿو چئجي؟
( د ) انسان جا سُٺا گُڻ ڪهڙا ڪهڙا آهن؟
( هه ) سماجي هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ميزان - استقلال - خصلت - خطاڪارن - ڇِيهو

3- **هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

(الف) سمورن ساهوارن ۾ انسان کي .................................... سڏيو ويو آهي.
( ب ) مڪي جي فتح کان پوءِ حضور جن مخالفن کي ..................... ڪري ڇڏيو.
( ج ) دنيا هڪ ..................... مثل بڻجي پئي آهي.
( د ) ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي ڪيترائي ادارا انساني ......................... لاءِ ڪم ڪندا رهن ٿا.

4- **سماجي هم آهنگي بابت ڪا آکاڻي ٻڌايو.**

**استاد لاءِ هدايت:** استاد ٻارن کي فلاحي ادارن بابت ڄاڻ ڏئي.

## سبق ٻارهون

# سونا سونا سنگ

### سکيا جي حاصلات

- فطرت جي منظرن مان لطف حاصل ڪرڻ.
- گيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- قافين جي چونڊ ڪرڻ.
- شعر مڪمل ڪرڻ.

سونا سونا سنگَ ٻنين ۾،
سونا سونا سنگَ!

ڪڻڪ جي پوتي، ڪڻڪ جو چولو،
ڪڻڪ جي پيٽ پرڻ جو لولو،
ڪڻڪ جي عزت، شان ۽ شوڪت،
ڪڻڪ جا آهن ننگ ٻنين ۾،
سونا سونا سنگَ!

مرڻ، جِيئڻ جو ڪڻڪ جو سوال،
هيٺا هڏڙا، هيٺو حال،
ڪڻڪ جو پيارُ ته ڪڻڪ جي سارَ،
ڪڻڪ جي آس اُمنگ، ٻنين ۾،
سونا سونا سنگَ!

پوک پڪل جا سنگَ نچن ٿا،
خاموشيءَ ۾ سازَ وڄن ٿا،
جُهولن، جُهولن، جُهومن، ڳائن،
جڻ ته هوا ۾ چنگ ٻنين ۾،
سونا سونا سنگَ!

مير محمد پيرزادو

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) شاعر، ’سونا سونا سنگ‘، ڪهڙي پوک جي سنگن لاءِ چيو آهي؟
( ب ) سونن سنگن واري پوک ’چولو‘ ۽ ’لولو‘ مهيا ڪري ٿي، ٻڌايو تہ ڪيئن؟
( ج ) سونا سونا سنگ گيت ۾ شاعر ڪهڙي ڳالهہ ڪئي آهي؟
( د ) ’آس اُمنگ‘ جو مطلب سمجهايو؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

لولو - ننگ - اُمنگ - هيٺو - جهومن

3- **گيت جون سِٽون مڪمل ڪري سمجهائي ڏيو:**

* ........................................، شان ۽ شوڪت،
ڪنهن جا آهن ..........................................،

* ڪنهن جو پيارُ .........................................،
.........................................، اُمنگ، ٻنين ۾،

* جُهولن، .........................................، ڳائن،
چڻ تہ هوا ۾ .........................................،

4- **سنگ، ننگ، هم آواز لفظ يا ’قافيا‘ آهن، اوهان اهڙا ٻيا قافيا گيت مان چونڊي لکو.**

5- **سونا سونا سنگ گيت سُر سان ٻُڌايو.**

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي گيت بابت ڄاڻ ڏئي.

مير محمد پيرزادو، موهن جي دڙي جي ويجهو ڳوٺ ٻلهڙيجي، ضلعي لاڙڪاڻي جو رهواسي آهي. هي گيت جو مشهور شاعر آهي.

سبق تيرهون

# هوائي جهاز جي اِيجاد

**سکيا جي حاصلات**

- هوائي جهاز جي ايجاد بابت ڄاڻ.
- سائنسي ايجادن جا فائدا ڄاڻ.
- فعل متعديءَ جا جملا ٺاهڻ.

چوندا آهن تہ ”ضرورت اِيجاد جي ماءُ آهي“ يعني جڏهن انسان کي ڪنهن بہ شيءِ جي ضرورت پوندي آهي تہ هو ڪانہ ڪا اهڙي شيءِ جوڙي وٺندو آهي، جيڪا هُن جي ضرورت پوري ڪندي آهي.

آمريڪا جي هڪ گهراڻي ۾ ٻہ ڀائر پيدا ٿيا. وڏي جو نالو ولبر رائٽ (Wilbur Wright) هو، جيڪو ’اِنڊيانا‘ رياست جي ’مِل وِل‘ (Millville) شهر ۾، 1867ع ۾ ڄائو هو. سندس ننڍي ڀاءُ جو نالو، اوروِل رائٽ (Orvill Wright) هو، جيڪو 1871ع ۾ ’اوهائيو‘ رياست جي شهر ’ڊيٽن‘ (Dayton) ۾ ڄائو. سندن ماءُ سوزين ڪيٿرين (Susan Catherine) تمام قابل ۽ سمجهدار عورت هئي. جنهن زماني ۾ عورتون ڪاليج تمام گهٽ وينديون هيون، اُن زماني ۾ هوءَ، آمريڪا جي رياست، انڊيانا جي ڪاليج مان پڙهي، مڪينيڪل انجنيئر ٿي. هُوءَ رياضي ۽ سائنس ۾ تمام پڙ هئي. ننڍپڻ ۾ ولبر ۽ اوروِل کي سندن پيءُ بشپ ملٽن رائٽ، (Bishop Milton Wright) کيڏڻ لاءِ هڪ رانديڪو ڏنو، جيڪو ڪاغذ ۽ بانس مان ٺهيل هو. ان ۾ هڪ ربڙ لڳل هو، جنهن کي ڇڪي، ڇڏڻ سان اُهو هوا ۾ اڏامي ويندو

هو. انهيءَ رانديڪي سان راند ڪندي ڪندي، ٻنهي ڀائرن کي خيال آيو تہ ڇونہ اهڙي ڪا مشين ناهي وڃي جيڪا متي اُڏامي سگهي. انهيءَ خيال کي سنڌن ماءُ تمام گهڻو ساراهيو.

هي ٻيئي ڀائر، اخبار ڪڍندا هئا ۽ ان سان گڏ سائيڪلن جي مرمت جو ڪم بہ ڪندا هئا. مشينن جي واهپي، هنن کي جهاز ٺاهڻ جي سوچ طرف مائل ڪيو. هنن سن 1900ع ۾ گرم هوا وارو هڪ ڦوڪڻو تيار ڪري اُڏايو. تجربي لاءِ هنن کي وارياسي زمين جي ڳولا ڪندي، ڪين اُتر ڪيرولينا رياست جي شهر ڪٽي هاڪ ۾ اهڙي زمين هٿ اچي وئي. جتي هنن گرم هوا واري ڦوڪڻي جو ڪامياب تجربو ڪيو.

اُهي ٻيئي ڀائر، پنهنجي ڪاروبار سان گڏ پڙهندا بہ رهيا ۽ سنڌن جهاز ٺاهڻ واري ڪوشش بہ جاري رهي. آخرڪار سن 1903ع جي 17 ڊسمبر تي، ٻنهي ڀائرن جهاز ٺاهي اُڏايو. هنن چار ڀيرا جهاز اُڏايو. پهرئين ڀيري 12 سيڪنڊ اٽڪل 35 ميٽرن جي بلنديءَ تائين، ٻئي ۽ ٽئين ڀيري اٽڪل 55 ميٽرن ۽ چوٿين ڀيري اٽڪل 260 ميٽرن جي بلنديءَ تي 59 سيڪنڊن تائين جهاز اُڏايو. اهڙيءَ ريت رائٽ برادرس جهاز جا موجد سڏيا ويا ۽ کين شهرت بہ نصيب ٿي. ڪجهہ عرصي کان پوءِ رائٽ برادرس هوا بازي جو هڪ اسڪول کوليو.

اڄ رائٽ برادرس جي ايجاد ڪيل هوائي جهاز ايتري تہ ترقي ڪئي آهي، جو ڏينهن جو سفر ڪلاڪن ۾ ۽ ڪلاڪن وارو سفر منٽن ۾ طئي ٿيو وڃي. هوائي جهاز ۾ نہ صرف مسافر چڙهن ٿا پر سامان لاءِ باربرداري بہ ڪئي وڃي ٿي. جهازن وسيلي سامان هڪ ملڪ مان ٻئي ملڪ پهچي وڃي ٿو. قدرتي آفتن وقت پڻ هوائي سروس ڪان فائدو ورتو وڃي ٿو. هوائي جهاز فوجي مقصد لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو آهي. جهاز جي اڏام جي اوچائي اٽڪل 15 هزار ميٽرن جي بلنديءَ تائين وڃي پهتي آهي. هوائي جهاز نهايت ڪارگر ايجاد آهي. ان وسيلي سفر جو وقت گهٽجي ويو ۽ اڄ وڄ ۾ بہ ڏاڍي سهولت ٿي پئي آهي. ان سان گڏ جهاز ۾ سفر ڪندڙ مسافرن لاءِ ڪاڌي پيتي، اخباربيني ۽ انٽرنيٽ وغيره جي تفريح فراهم ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي.

اسان جي ملڪ ۾، پاڪستان انٽرنئشنل ايئر لائينز (پي آءِ اي)، قومي اڏام ڪمپني آهي، جنهن جا جهازَ پوري دنيا ۾ اڏامون ڪن ٿا. ان ڪان سواءِ ڪيترين ئي خانگي هوائي ڪمپنيون بہ آهن. پاڪستان جي سڀني وڏن شهرن ۾ هوائي اڏا آهن، جتان روزانو ڏيهي ۽ پرڏيهي پروازون ٿين ٿيون. ملڪ جي وڏن ۽ مشهور هوائي اڏن ۾ جناح انٽرنئشنل ايئرپورٽ ڪراچي، بينظير ڀٽو انٽرنئشنل ايئرپورٽ اسلام آباد ۽ علامہ اقبال انٽرنئشنل ايئرپورٽ لاهور شامل آهن.

## مشق

-1 **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) رائٽ برادرس جا اصل نالا ٻُڌايو؟
( ب ) رائٽ برادرس ڪهڙي ملڪ جا رهواسي هئا؟
( ج ) رائٽ برادرس کي هوائي جهاز ٺاهڻ جو خيال ڪيئن آيو؟
( د ) رائٽ برادرس هوائي جهاز جي ڪامياب تجربي ڪان پوءِ ڇا ڪيو؟
( هہ ) پاڪستان جي قومي ايئر لائين جو نالو ڇا آهي؟

-2 **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

موجد - بلندي - شُهرت - اخبار بيني - پرواز

-3 **هيٺ ڏنل خالي جاين ۾ مناسب لفظ ڳولي لکو:**

(الف) رائٽ برادرس کي خيال آيو ته ڇو نه اهڙو ........................ ٺاهيو وڃي جيڪو اُڏام ڪري سگهي.
(آگبوٽ - هيلي ڪاپٽر - جهاز - راڪيٽ)

( ب ) ڪجهه وقت ڪان پوءِ رائٽ برادرس هڪ فلائنگ .................... پڻ کوليو.
(يونيورسٽي - اسڪول - ڪاليج - مدرسو)

( ج ) اسان جي قومي ايئرلائين ................................ آهي.
(ايئر بلو - اندس - شاهين - پي آءِ اي)

-4 **فعل متعدي معروف: فعل متعدي معروف جو مطلب آهي ته، ڇاتل سڃاتل** اهڙا جملا جن ۾ فاعل ۽ مفعول ٻئي ظاهر هجن.
مثال طور: * احمد ڪتاب پڙهي ٿو.
* هوءَ خط لکي ٿي.

-5 **سائنسي ايجادن مان ڪنهن به هڪ ايجاد تي مضمون لکي اچو.**

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي فعل جي قسمن يعني فعل لازمي ۽ فعل متعدي بابت وڌيڪ ڄاڻ ڏئي.

## سبق چوڏهون

# شهيد هوش محمد شيدي

### سکيا جي حاصلات

- وطن لاءِ سر ڏيندڙ سورهين جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- جوابن جي مناسب چونڊ ڪرڻ.
- هم معنيٰ لفظ لکڻ.

سنڌ ڌرتيءَ ڪيترن ئي دلير ۽ بهادر انسانن کي جنم ڏنو آهي، جيڪي هن سرزمين جي آزاديءَ ۽ سلامتيءَ لاءِ سِر قُربان ڪري، تاريخ ۾ هميشه لاءِ زنده ٿي ويا. اهڙن محبِ وطن ۽ دلير انسانن ۾ شهيد هوش محمد شيديءَ جو نالو مٿانهون آهي، جنهن انگريزن جي خلاف، دُبي واريءَ جنگ ۾، بهادريءَ سان وڙهندي سِر ڏنو.

شهيد هوش محمد شيدي، سنڌ جي ٽالپر حڪمران، مير فتح علي خان جو ملازم هو. هُو مير فتح علي خان جي پُٽ، مير صوبدار جو ساٿي ۽ سندس همعصر هو. سندس جنم 1801ع ڌاري ٿيو. هوشو، مير صوبدار جو ساٿي هو، جنهن ڪري جڏهن مير صوبدار پنهنجي چاچي جي خلاف بغاوت ڪئي ته هوشوءَ سندس ساٿ ڏنو. پر جڏهن انگريزن سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت مير صوبدار کي لالچون ڏنيون، پاڻ سان ملائي ورتو، ته اها ڳالهه هوشوءَ کي پسند نه آئي. هوشوءَ کيس سمجهايو ته انگريز، سنڌ جا دشمن آهن ۽ اُنهن جي سازش ۾ نه اچڻ گهرجي، پر مير صوبدار نه مُڙيو. هوشوءَ کيس چيو ته: ”سنڌ کي خطرو آهي، اهڙي موقعي تي سڀ ويڇا وساري، پنهنجي چاچي جي مدد ڪر!“

مير صوبدار، خوشامدي درٻارين جي گهيري ۾ اچي ويو، ۽ ٻئي طرف انگريزن کيس حڪومت ڏيڻ جا خواب ڏيکاري پنهنجي پاسي ڪري ورتو. انگريزن جي خواهش هئي ته، اهي سنڌ ۾ پير ڄمائين. ان ڪري 1843ع ۾، هنن سنڌ جي حڪمران ٽالپرن کي دڙڪو ڏنئي، ڪين ناهه لاءِ راضي ڪيو. ميرن اجا ناهه تي ڳالهيون شروع ئي مس ڪيون ته 11، جنوري 1843ع تي، انگريزن حملو ڪري خيرپور جي ميرن جو ’امام ڳڙهه‘ وارو قلعو فتح ڪري ورتو. مير نصير خان حيدرآباد جو حاڪم هو ۽ سندس سَوٽ مير صوبدار خان نه رڳو سندس مخالف هو، پر اندروني طور انگريزن جي مدد ڪري رهيو هو.

17 فيبروري 1843ع تي، ’مياڻيءَ جي جنگ‘ لڳڻ وقت مير صوبدار خان حيدرآباد جي قلعي ۾ رهيل هو. هن کي جڏهن انگريزن جي فتح ۽ ميرن جي هار جي خبر پيئي ته هن چارلس نيپيئر کي سوکڙيون ڏياري موڪليون. چارلس نيپيئر، مير صوبدار خان کي

نياپو موڪليو تہ حيدرآباد جي ميرن کي پيش پوڻ لاءِ راضي ڪري تہ ساڻس مرتبي مطابق سلوڪ ڪيو ويندو.

هوشو، مير صوبدار جي اهڙين حرڪتن جي خلاف هو. هن کيس چيو تہ: 'مير صاحب! پنهنجن کي مارائي، سرداري بچائڻ، ديس سان دشمني آهي. عوام جو ساٿ ڏي ۽ سُورمن وانگر وڙهہ'. اُن تي مير صوبدار مٿس ڪاوڙ ڏيکاري ۽ کيس چيائينس تہ: "منهنجي اکين کان ٽري وڃ."

انگريز هڪ هڪ مير حاڪم کي گرفتار ڪري، سندن ملڪيتن تي قبضو ڪري ورتو. مياڻيءَ واري جنگ کان چار ڏينهن پوءِ، 21 فيبروري 1843ع تي، انگريزن جي فوج حيدرآباد جي قلعي ۾ داخل ٿي، ميرن جي خزاني تي قبضو ڪري ورتو ۽ ٻئي ڏينهن مير محمود خان ۽ مير صوبدار خان کي پڻ زبردستيءَ قلعي مان ڪڍي قيدي بنايو ويو.

اهي حالتون ڏسي، هوشوءَ جي دل ۾ انگريزن لاءِ نفرت وڌندي وئي. هن تلوار هٿ ۾ ڪٽي، ڪجهہ سؤ بهادر ۽ وفادار سپاهي گڏ ڪري، ميرپورخاص جي مير شير محمد ٽالپر ڏانهن روانو ٿيو. مير شير محمد کي، هوشوءَ ۽ سندس بهادر ساٿين جي مدد ملي تہ هن جي همت وڌي وئي ۽ 10 مارچ 1843ع تي فوج وٺي، انگريزن سان مقابلي لاءِ حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو.

23 مارچ 1843ع تي، مير شير محمد ٽالپر جي اڳواڻيءَ ۾، دُٻي جي ميدان تي، سنڌ جي جوڌن، ديس جي آزادي قائم رکڻ لاءِ انگريزن جي هٿياربند فوج سان دوبدو آخري جنگ ڪئي. دشمن وٽ جديد هٿيار هئا ۽ سنڌي بهادرن وٽ وطن جي بچائڻ وارو جذبو ۽ مختصر هٿيار هئا. هوشو شيدي، جنگي فن جو ماهر هو. هن چارلس نيپيئر جي فوج کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ پنهنجن بهادر ساٿين سان گڏجي زبردست ويڙهہ ڪئي. هوشوءَ، مير شير محمد کي جنگي حڪمت عمليءَ موجب صلاح ڏني تہ سنڌ جي فوج کي پوئتي هٽائي، هڪ ڏينهن آرام ڪرائجي ۽ نئين سر مورچا بندي ڪري وڌيڪ سگهہ سان وڙهجي، پر کين اهو موقعو نہ مليو ۽ سنڌي جوڌا وڙهندا رهيا. مير شير محمد خان ٽالپر، ڪجهہ فوجي جٿا، جنگي حڪمت عمليءَ هيٺ وٺي ميدان مان نڪري ويو.

هوشو شيدي، "دُٻي واريءَ جنگ" ۾ هڪ سؤ ساٿين سان آخري پساهن تائين وڙهندو رهيو ۽ تاريخي نعرو هنيائين تہ "مرويسون مرويسون پر سنڌ نہ ڏيسون." هوشوءَ جي بهادريءَ ۽ سورهيائيءَ کي انگريز فاتحن پڻ ساراهيو آهي.

سر چارلس نيپيئر پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي فتح' ۾ لکيو آهي تہ، جنگ ۾ انگريزن جي شڪست ويجهي هئي ۽ انگريز فوج ميدان ڇڏي ڀڄڻ واري هئي تہ اوچتو ڪنهن، مير شير محمد سان دغا ڪري، ناريجن جي ڳوٺ ۾ ميرن جي بارود خاني کي باهہ ڏيئي ڇڏي. اها حالت ڏسي، هوشو شيديءَ، مير شير محمد کي ميدان مان نڪري وڃڻ جي صلاح ڏني

۽ پاڻ آخري دم تائين وڙهندو رهيو.

هوشو شيدي نهايت منظم نموني سان جنگ ڪئي، ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿيو. هڪ انگريز جنرل جان جيڪب هوشوءَ جي بهادري اڪين سان ڏٺي هئي. ان لکيو آهي تہ: ”آءٌ سترهن جنگين ۾ وڙهيو آهيان، پر مون هوشوءَ جهڙو بي ڊپو ۽ ارڏو جرنيل نہ ڏٺو آهي.“

23 مارچ 1843ع، سنڌ جي سورمي جنرل هوشو شيديءَ جي شهادت جو ڏينهن، سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه ياد رهندو. هن جي قرباني، سنڌ جي هر نسل کي پنهنجي سرزمين جي آزاديءَ لاءِ اُتساهيندي رهندي.

## مشق

### 1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هوشو شيدي ڪهڙي مير جو همعصر هو؟
( ب ) مير صوبدار خان انگريزن جو ساٿ ڇو ڏنو؟
( ج ) امام ڳڙهہ وارو قلعو ڪٿي هو؟
( د ) مير شير محمد ٽالپر ڪٿي جو حڪمران هو؟
( هہ ) هوشوءَ ڪهڙو تاريخي نعرو هنيو؟

### 2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

محب وطن - سازش - خواهش - اُتساهہ - ارڏو

### 3- هيٺ ڏنل خالي جاين ۾ مناسب لفظ ڳولي لکو:

(الف) شهيد هوش محمد شيديءَ جو جنم .................... ۾ ٿيو.
(1801ع - 1807ع - 1805ع - 1810ع)

( ب ) انگريز جنرل .............................. هوشوءَ جي بهادري اکين سان ڏٺي.
(جنرل جان جيڪب - چارلس نيپيئر - جنرل ڊائر)

( ج ) هوشو شيدي ........................... جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.
(مياڻي - امام ڳڙهہ - دُبي - ڪرڙي)

( د ) هوش محمد شيديءَ ........................ 1843ع تي شهادت ماڻي.
(17 فيبروري - 19 فيبروري - 23 مارچ - 10 مارچ)

4- هيٺ ڏنل جملا درست ڪريو:

- اوچتو ڪنهن ڏئي چڏي ڪي بارودخاني باهه.
- هو آخري پساهن رهيو وڙهندو تائين.
- مون نه جهڙو بهادر هوشو ڏٺو آهي.

5- هيٺ ڏنل اصطلاحن جي سمجهاڻي ڏيو:

مان مٿاهون ڪرڻ - سِرُ ڏيڻ - ويڃا وسارڻ - اکين آڏو تري وڃڻ

6- هيٺ ڏنل لفظن جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ لکو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| حڪمران | | بغاوت | |
| دشمن | | دوبدو | |
| خطرو | | نياپو | |

7- لفظن جا جوڙ تير سان ملايو، جيئن: هوش محمد - قمبراڻي:

| | |
|---|---|
| هوش محمد | بارود خانو |
| مير شير محمد | جنگ |
| دُبي جي | ٽالپر |
| ميرن جو | قمبراڻي |
| حيدرآباد جو | قلعو |

8- هوشو شيديءَ جو نعرو "مرويسون مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون" جو مطلب سمجهايو.

سبق پندرهون

# علم طبعيات جي اهميت

**سکيا جي حاصلات**

- علم طبعيات بابت ڄاڻ.
- فزڪس جي انساني زندگيءَ سان لاڳاپي کي سمجهڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- مختصر مضمون لکڻ.

ڌرتيءَ جو گولو جتي اسين رهون ٿا، ڪائنات جو هڪ ننڍڙو ايڪو آهي، جيڪو مادي مان ٺهيل آهي. تنهن ڪان سواءِ ٻيا بہ اڪيچار گرهہ ۽ ڪائناتون آهن، جن کي طبعي دنيا سڏجي ٿو. لفظ ’فزڪس‘ (Physics) يوناني ٻوليءَ جي لفظ ’فزيڪو‘ (Physico) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي فطرت سان لاڳاپيل اها سائنس، جيڪا مادي ۽ توانائيءَ جي گڏيل عمل بابت ڄاڻ ڏئي. توانائي دائمي آهي، جنهن جي هڪ صورت ختم ٿيندي تہ ٻي ظاهر ٿيندي.

آسماني جسم ڪان وٺي ننڍي ۾ ننڍو ذرڙو، قدرتي قانون مطابق ترتيب سان هلي رهيو آهي، جنهن جي طبعي مقدارن کي ڏسي، مقدار ۽ قاعدا جوڙيا ويا آهن.

طوفان جي تيزي، انساني جسم جو گرمي پد، ڌرتيءَ ڪان ڏورانهن گرهن جي ديگهہ، ڪائنات جي ڄمار، دل جي معمول مطابق ڌڙڪن ۽ وقفي لاءِ جيڪي بہ ماپا ۽ پيمانا آهن، اهي عالمي سرشتي جي جدول مطابق آهن.

علم طبعيات (فزڪس) کي وري ڪيترن ئي شاخن ۾ ورهايو ويو آهي، جيئن: حرڪي، برقي، مقناطيسي، نهري، ائٽمي ۽ فلڪياتي فزڪس وغيره.

روزمره واري، جديد زندگيءَ ۾ بہ فزڪس جو وڏو ڪمال آهي، جهڙيءَ طرح بندوق ۽ ڪنوڻ جي روشني پهريائين نظر ايندي آهي ۽ ٺڪاءُ پوءِ ٿيندو آهي، جنهن مان ثابت ٿيو تہ روشنيءَ جي رفتار، آواز جي رفتار ڪان بہ وڌيڪ تيز آهي. ڏسڻ وارا سيئي اوزار: ڪئميرا، دوربين، عينڪ، سلائيڊ، فلمون، بلور ۽ روشنيءَ جي موڙ واري اصول طور ڪم ڪن ٿا.

برقي مقناطيس ذريعي، ڳرا جسم هڪ ڪان ٻئي هنڌ ڪجن ٿا، تيز رفتار بُليٽ ٽرينون هلايون وجن ٿيون، ريڊيائي لهرون، ٽيلي مواصلات ذريعي دنيا ۾ ٿيندڙ پروگرام، تقريرون، مباحثا ۽ مئچون وغيره اسين هوبهو ڏسي سگهون ٿا.

شعاعن وسيلي، موذي ۽ موروثي مرضن جو علاج ڪبو آهي ۽ اهي صنعت ۽ زراعت جي واڌاري ۾ پڻ مدد ڪن ٿا.

ماضيءَ ۾ مشهور مسلمان سائنسدانن الڪِندي، ابوريحان البيرونيءَ جهڙن طبعيات جي ماهرن جون گهڻيون جوڳيون خدمتون آهن. اسان جي ملڪ پاڪستان جي ناميارِي سائنسدان ڊاڪٽر عبدالسلام کي طبعيات ۾ تحقيق ڪرڻ تي فزڪس جو نوبل انعام ڏنو ويو. هن اٽليءَ ۾، عالمي طبعيات جو مرڪز کولي، ترقي پذير ملڪن جي سائنسدانن کي تحقيق جو موقعو به ڏنو.

جوهري توانائيءَ جي سلسلي ۾، ناميارِي سائنسدان ڊاڪٽر عبدالقدير خان جون خدمتون ناقابلِ فراموش آهن. ان ڪري کيس مجتا طور'هلالِ امتياز' ايوارڊ سان نوازيو ويو.

طبعيات هڪ اهڙو علم آهي، جنهن انساني زندگيءَ ۾ وڏا وڏا انقلاب آندا آهن. ممڪن آهي ته انساني ڪوشش اجا به اڳتي هلي هن علم وسيلي اعتبار ۾ نه اچڻ جوڳا ڪارناما ڪري ڏيکاري.

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) فزڪس ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟
(ب) فزڪس ڇا کي ٿو چئجي؟
(ج) علم طبعيات کي ڪيترين شاخن ۾ ورهايو ويو آهي؟
(د) علم طبعيات لاءِ ڪهڙن مشهور مسلمان سائنسدانن جون خدمتون گهڻيون جوڳيون آهن؟
(هه) علم طبعي جو زندگيءَ سان ڪهڙو واسطو آهي؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ڪائنات - اکيچار - دائمي - ڪوجنا - موروثي

3- **هيٺ ڏنل خالي جاين ۾ مناسب لفظ چونڊي لکو:**

(الف) ڌرتيءَ جو گولو ڪائنات جو ...................... ايڪو آهي.
(تمام وڏو - وچولو - ننڍڙو)

(ب) فزڪس ...................... ٻوليءَ جي لفظ فزيڪو مان ورتل آهي.
(انگريزي - يوناني - عربي)

(ج) پاڪستان جي ناميارِي سائنسدان ...................... کي نوبل انعام سان نوازيو ويو.
(ڊاڪٽر عبدالسلام - ڊاڪٽر عبدالقدير - ڊاڪٽر ثمر مبارڪ)

## سبق سورهون

### سکيا جي حاصلات

- فطرت جي منظرن کان واقف ٿيڻ.
- نظم کي لئہ ۽ سُر سان پڙهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- تجنيس حرفيءَ مان لطف حاصل ڪرڻ.
- بيت مڪمل ڪرڻ.
- هم آواز لفظ چونڊڻ.
- ظرف بابت ڄاڻڻ.

# واهه قدرت ربّ ڪريم!

اڄ تہ باغن ۾ بهاريون، واهه قدرت رب ڪريم!
اڄ تہ ملڪن ۾ ملهاريون، واهه قدرت رب ڪريم!

ڇا ڏسان وِڄُڙن وَراڪا، ڇا ٻُڌان گجگاهه گوڙ،
ڇا هوائون هيرَ واريون، واهه قدرت رب ڪريم!

ڪارَ پنيان ڪارِ ڪڪرن، ڪيتريون ڪاهون ڪِٽيان،
ڪَر اڇن ڪُونجون قطاريون، واهه قدرت رب ڪريم!

واهه گلزاريون گُلن جون، واهه گولون، واهه گاههَ!
واهه ساوڪ، واهه ساريون! واهه قدرت رب ڪريم!

سَر ڪيا ساوا، سُڪل داٽي منجهان دانا ڏٽي،
ڇا سندس ساراهہَ ساريون، واهه قدرت رب ڪريم!

جَرَ منجهان جيئرا بنائي، ذاتِ مان هر ذات کي،
صورتون سيئي سُونهاريون، واهه قدرت رب ڪريم!

آب آباديون عجب، ”احمد“ چوي عبدالمجيد،
آءُ تہ گڏجي خوش گذاريون، واهه قدرت رب ڪريم!

مولوي حاجي احمد ملاح

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مولوي حاجي احمد ملاح هن نظم ۾ قدرت جون ڪهڙيون ڪرم نوازيون بيان ڪيون آهن؟

(ب) ڪارن ڪڪرن کي شاعر ڇا سان ڀيٽيو آهي؟

(ج) ’صورتون سيئي سونهاريون‘ جو مطلب ڇا آهي؟

(د) ’وِڄُڙن وَراڪا‘ ۽ ’گجگاهه گوڙ‘ جي معنيٰ ٻڌايو؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

گلزاريون - ڏات - جَرُ - آباديون - بهاريون

3- سبق مان مِينهن سان واسطيدار لفظ چونڊي لکو.

4- نظم جون سِٽون مڪمل ڪري مطلب پنهنجن لفظن ۾ لکو:

* ڇا ڏسان وِڄُڙن وَراڪا، .............................................،
............................................، واهه قدرت رب ڪريم!

5- ’ساريون‘ لفظ سان هم آواز ٻيا لفظ چونڊي لکو.

6- مِينهن پوڻ کان پوءِ جي نظاري تي ڏهن سٽن جو نوٽ لکو.

7- هيءُ نظم زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻڌايو.

8- اهو لفظ جيڪو وقت، جاءِ، ريت، قدر، هاڪار ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيکاري، ان کي ’ظرف‘ چئبو آهي. هيٺين جملن مان ظرف چونڊي لکو:

- هائو، آءٌ اڄ ايندس.
- تون ڇو ڪونه آئين!
- زمين مٿان جبل ۽ پٿون ٿين ٿيون.
- ڪٿ جي هينان ڇا پيو آهي.

سبق سترهون

# شهيد حڪيم محمد سعيد

**سکيا جي حاصلات**

- ملڪي مشاهيرن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- حڪيم محمد سعيد جي خدمتن کان آگاهہ ٿيڻ.
- مناسب جواب چونڊڻ.
- مرتب لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- خط لکڻ.
- ضمير استفهام جي وصف لکڻ.

اُهي انسان سدائين زنده رهندا آهن، جيڪي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ملڪ ۽ عوام جي خدمت ڪندا آهن ۽ تاريخ ۾ پڻ انهن جو نالو روشن رهندو آهي. شهيد حڪيم محمد سعيد بہ اُنهن شخصيتن مان هڪ هو. جن قوم جي تعليم ۽ صحت لاءِ پنهنجي سڄي زندگي وقف ڪري ڇڏي.

حڪيم محمد سعيد، 9 جنوري، 1910ع تي دهليءَ ۾ ڄائو. هن جي والد جو نالو حافظ عبدالمجيد هو. حڪيم محمد سعيد، اڃا ٻن سالن جو مس هو تہ سندس پيءُ گذاري ويو، جنهنڪري هن جي پالنا ۽ تربيت سندس والده رابعہ هندي ۽ وڏي ڀاءُ عبدالحميد ڪئي.

حڪيم محمد سعيد ننڍپڻ کان ذهين ۽ محنتي هوندو هو. هن نون سالن جي عمر ۾ قرآن شريف حفظ ڪيو. پرائمري تعليم گهر ۾ ورتائين ۽ فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ جي تعليم ڄاڻو استادن کان حاصل ڪيائين. 1939ع ۾ حڪيم اجمل خان جي قائم ڪيل ’طبي ڪاليج دهلي‘ مان طب جو اعليٰ امتحان پاس ڪيائين ۽ مريضن جو علاج ڪرڻ لڳو. ان کان سواءِ پنهنجي وڏي ڀاءُ عبدالحميد سان گڏ، مشرقي طب ۽ دواسازيءَ جي اداري ’همدرد‘ کي ترقي ڏيارڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

حڪيم محمد سعيد کي، قائداعظم محمد جناحؒ سان ڏاڍي عقيدت هوندي هئي. هو قائد اعظمؒ جي گهر بہ ويندو هو، جتي سندس ڀيڻ محترمہ فاطمه جناح سندس ڏاڍو خيال ڪندي هئي. هي ٻارڙن جي مسلم ليگ ۾ بہ شامل ٿيو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ، حڪيم محمد سعيد پنهنجو ڪاروبار ۽ مال ملڪيت ڇڏي، 9 جنوري، 1948ع تي پاڪستان لڏي آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ اچي رهيو.

حڪيم محمد سعيد کي هتي اچي وڏيون تڪليفون پيش آيون. ڪيس هر ڪم نئين سر ڪرڻو پيو، پر همت نہ هاريائين. رات ڏينهن محنت ڪري، پاڪستان جي عوام کي جهالت مان ڪڍڻ ۽ بيمارين کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين.

هن ابتدا ۾ هڪ اسڪول ۾، استاد جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو، پوءِ ٿوريءَ مُوڙيءَ

سان ’همدرد دواخاني‘ جي شروعات ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ هڪ ڪمرو مسواڙ تي وٺي ’همدرد مطب‘ (اسپتال) قائم ڪيائين، جتي جڙين ٻوٽين مان دوائون تيار ڪري، بيمارين خلاف جدوجهد ۽ مريضن جو علاج ڪيائين. پنهنجو ’همدرد دواخانو‘ 1953ع ۾، ملڪ جي نالي وقف ڪري ڇڏيائين ۽ اُن جي آمدني طب، صحت ۽ تعليم جي واڌاري لاءِ وقف ڪري، پاڻ نگران جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ لڳو.

حڪيم محمد سعيد کي ننڍڙن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت جو خاص اونو هوندو هو، انهيءَ ڪري ٻارڙن لاءِ سٺا ۽ ڪارائتا ڪتاب ڇپائڻ لاءِ ’نونهال ادب‘ جي نالي ادارو قائم ڪيائين. هن ٻارن لاءِ هڪ سَو ڪان وڌيڪ ڪتاب لکي ڇپايا. هڪ اعليٰ درجي جو اسڪول ’همدرد پبلڪ اسڪول‘ جي نالي سان قائم ڪري، ان ۾ ننڍن ٻارن کي جمهوري طريقا سيکارڻ لاءِ ’نونهال اسيمبليءَ‘ جو سلسلو به شروع ڪيائين.

حڪيم محمد سعيد کي نوجوانن جي معياري تعليم جو به ڏاڍو اونو هوندو هو. ان سلسلي ۾ پنهنجي ڪمائيءَ مان علم ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ هڪ ادارو ’مدينة الحڪمة‘ کوليائين، جنهن طرفان هڪ اعليٰ درجي جي يونيورسٽي ’همدرد يونيورسٽي‘ قائم ڪيائين. هن يونيورسٽيءَ ۾ ميڊيڪل جي قديم ۽ جديد تعليم لاءِ ڪاليج آهن، جتان نوجوان تعليم پرائي، ڊاڪٽر ۽ حڪيم ٿي ملڪ جي ماڻهن جي خدمت ڪندا آهن. همدرد يونيورسٽيءَ ۾ انفارميشن ٽيڪنالاجي ۽ ٻين شعبن ۾ به بهتر تعليم ڏني ويندي آهي.

حڪيم محمد سعيد پاڪستان جو مرڪزي وزير ۽ سنڌ جو گورنر پڻ رهيو. هن مرڪزي وزير ۽ گورنر طور ڪافي خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ ڪڏهن به سرڪار کان معاوضو نه ورتائين ۽ نه ئي ان دوران بيمارن جي علاج ۽ پلائيءَ جا ڪم بند ڪيائين.

حڪيم محمد سعيد پنهنجي سڄي حياتي سادگيءَ سان گذاري. سدائين سفيد لباس پائيندو هو. پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪابه ذاتي ملڪيت نه ناهيائين ۽ نه ئي زمين خريد ڪيائين. هُو هر هڪ سان اخلاق سان ملندو هو. وقت جي پابنديءَ جو وڏو خيال رکندو هو ۽ ٻين کي به اهڙي تلقين ڪندو هو.

حڪيم محمد سعيد، هر قسم جي تعصب جي خلاف هو. هُو ملڪ جي سمورن صوبن جي رهواسين ۾ ايڪي، ٻڌيءَ ۽ محبت پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. هو عبادتگذار شخص هو. سندس زندگيءَ جو اصل مقصد خلق جي خدمت ڪرڻ هو.

هن نيڪ انسان کي، 17 آڪٽوبر 1998ع تي، سماج ۽ ملڪ جي ڪن دشمنن، ڪراچيءَ ۾ شهيد ڪيو. حڪيم صاحب جو نعرو هو ته، ”پنهنجي وطن پاڪستان سان پيار ڪريو ۽ ان کي ٺاهيو.“ سندس شهادت کان پوءِ، صدرِ پاڪستان، پاڪستان جو اعليٰ ترين سول اعزاز ’نشانِ امتياز‘ حڪيم محمد سعيد جي نالي سان جاري ڪيو. حڪومت پاڪستان شهيد حڪيم محمد سعيد جي جنم ڏينهن 9 جنوريءَ کي، ’ٻارن جو قومي ڏينهن‘ قرار ڏنو آهي.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حڪيم محمد سعيد ڪٿي ڄائو؟
( ب ) حڪيم محمد سعيد جي تربيت ڪنهن ڪئي؟
( ج ) حڪيم محمد سعيد ڪهڙو دواخانو قائم ڪيو؟
( د ) حڪيم محمد سعيد ٻارن لاءِ ڪهڙو ادارو قائم ڪيو؟
( هه ) حڪيم محمد سعيد علم ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ ڪهڙا ادارا قائم ڪيا؟
( و ) حڪيم محمد سعيد ڪهڙن سرڪاري عهدن تي رهيو؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

تربيت - حِفظ - سَنَدَ - مصروف - مطب - تلقين

3- هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) حڪيم محمد سعيد ڪراچيءَ ۾ ...................... يونيورسٽي ۽ پبلڪ اسڪول قائم ڪيا.
( ب ) حڪيم محمد سعيد ........................ وزير ۽ سنڌ جو ............... رهيو.
( ج ) همدرد يونيورسٽيءَ ۾ ...................... ٽيڪنالاجيءَ جي به بهترين تعليم ڏني ويندي آهي.
( د ) حڪيم محمد سعيد علم ۽ ثقافت جي ترقي لاءِ .......................... فائونڊيشن قائم ڪئي.

4- هيٺ ڏنل لفظ مرتب لفظ آهن، انهن کي ڌار ڪري لکو ۽ معنيٰ ٻڌايو:

جيئن: پاڪستان - پاڪ + آستان = پاڪ ماڻهن جي رهڻ جي جاءِ.

عبادتگذار +
همدرد +
گلستان +
خدمتگار +

5- پنهنجي دوست ڏانهن خط لکو ته گرميءَ جون موڪلون اوهان وٽ اچي گذاري.

6- ضمير استفهام: اهڙا لفظ جيڪي سوال پڇڻ جي ڪم اچن، انهن کي ضمير استفهام چئبو آهي. جيئن: ڪير، ڪهڙو، ڇا، ڇا لاءِ، ڇو، ڪُڇاڙو وغيره.
مثال طور: 1. تون ڪير آهين؟ 2. ڇا ڪيئي؟ اوهان ضمير استفهام جا ڪي جملا ناهيو.

7- سنڌ جي ڪنهن به علمي ادبي شخصيت جون خدمتون بيان ڪريو.

## سبق ارڙهون

# ٻوٽاٽي ۽ شهري زندگي

**سکيا جي حاصلات**

- ٻوٽاٽي ۽ شهري زندگيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مڪالماتي گفتگو ڪرڻ.
- خط لکڻ.

**عباس:** السلام عليڪم!

**احسن:** وعليڪم السلام!

**عباس:** احسن ڳوٺ مان ڪڏهن آئين؟ گهڻا ڏينهن لڳائي ڇڏيا اٿئي.

**احسن:** ها، عباس! ڳوٺ ۾ ڏاڍو مزو آيو. ٿڌيون هوائون، ڇيڪي مٽيءَ جي خوشبوءِ، نانيءَ جي هٿن جي مکڻ واري ماني ۽ ماٽيءَ ۾ ولوڙيل لسيءَ جو ته مزوئي پنهنجو هو. بس جيڪڏهن امتحان نه هجن ها ته اجا به ڪجهه ڏينهن وڌيڪ ڳوٺ ۾ رهان ها.

**عباس:** احسن! چئين ته سچ ٿو، پر شهري زندگي، ڳوٺاٽي زندگيءَ کان وڌيڪ چڱي آهي. شهرن ۾ ڳوٺن کان وڌيڪ سهولتون آهن. وڏا ۽ ويڪرا رستا، اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون آهن، جتان علم حاصل ڪجي ٿو. سرڪاري توڙي خانگي اسپتالون به آهن، جتي هر قسم جي بيماريءَ جو علاج ٿئي ٿو. خريداريءَ لاءِ وڏا وڏا شاپنگ مال ۽ هڪ جڳهه کان ٻيءَ جڳهه تائين وڃڻ لاءِ رڪشائون، بسون ۽ گاڏيون به هونديون آهن.

احسن: ها عباس! پر منهنجو ڳوٺ، شهر جي ڏکڻ ۾، پنجن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. منهنجي ڳوٺ ڏانهن شهر جو پڪو رستو وڃي ٿو ۽ شهر وڃڻ ۽ اچڻ لاءِ چنگچي رڪشائون، ٽانگا، سوزوڪيون ۽ بسون استعمال ٿين ٿيون. اسان جي ڳوٺ ۾ 200 گهر آهن اتي ھڪ پرائمري اسڪول به آهن، هڪ ڇوڪرن لاءِ ۽ ٻيو ڇوڪرين لاءِ.

عباس: پر احسن! شهرن ۾ جيڪي صحت جون سهولتون آهن، اهي ڳوٺن ۾ ته ڪونه هونديون آهن. شهرن ۾ وڏيون وڏيون فئڪٽريون، ڪارخانا پڻ آهن، جن سان ماڻهن جي روزگار ۾ به اضافو ٿئي ٿو.

احسن: عباس! شهرن ۾ هلندڙ گاڏين ۽ فئڪٽرين ۽ ڪارخانن جو دونهون انسانن لاءِ نقصانڪار آهي. جڏهن ته ڳوٺن ۾ چؤطرف فصل آهن، جن جي ڪري هوا ۾ آلودگي نه ٿي ٿئي ۽ منهنجي ڳوٺ ۾ ڪڻڪ، چانور، ڦٽيون، جوار ۽ مڪئي وغيره جا فصل ٿيندا آهن.

عباس: احسن! شهرن ۾ ته پيئڻ جي پاڻيءَ کي صاف ڪرڻ جي سهولت به موجود آهي ۽ هر ڪالونيءَ ۾ مسجدون ۽ مدرسا پڻ موجود آهن، جن ۾ اسين ديني تعليم وٺي سگهون ٿا. ڇا ڳوٺ ۾ اهو سڀ ڪجهه آهي؟

احسن: ها، عباس! منهنجي ڳوٺ ۾ به مسجدون آهن، جن ۾ نماز سان گڏوگڏ ٻارن کي قرآن شريف جو درس پڻ ڏنو ويندو آهي. منهنجي ڳوٺ ۾ واٽر سپلاءِ جو هڪ تلاءُ به آهي. ان کان سواءِ پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ به پڪا کوهه ۽ چار پمپ به لڳل آهن. منهنجي ڳوٺ ۾ هڪ باغ به آهي جنهن ۾ انبن، زيتونن، نارنگين وغيره جا وڻ آهن. ڳوٺ ۾ تازو ۽ نج کير به ملي ٿو. ڀاڄيون ته تازيون ئي تازيون ملن ٿيون.

عباس: احسن! واقعي ڳوناٺي ۽ شهري زندگيءَ ۾ ڪو خاص فرق نه رهيو آهي پر ڳوٺن ۾ اڃا به شهرن جهڙيون سهولتون نه آهن. شهر ۾ هر طرح جي ترقي ٿي رهي آهي، پر احسن اسان کي ڳوٺن ۾ ٿيندڙ فصلن جي به ضرورت آهي ته شهرن ۾ هلندڙ ڪارخانا ۽ فئڪٽريون به اسان جي ملڪ جي ترقيءَ ۾ مدد ڏين ٿيون.

احسن: تازو، اسان جي ڳوٺ ۾ سنڌ سرڪار ڳوٺ سُڌار رٿا عمل ۾ آندي آهي، جنهن ڪري ڳوٺن ۾ به پڪا گهر، صحت جا مرڪز ۽ گهربل سهولتون ملي رهيون آهن. پاڻيءَ جي نيڪاليءَ لاءِ ناليون به ٺاهيون ويون آهن ۽ ڳوٺن ۾ رٿابنديءَ سان وٽڪاري به ڪئي ويئي آهي ۽ تعليم لاءِ سرڪاري اسڪول به کليا آهن.

عباس: احسن! خبر اٿيئي، شهرن ۾ وڏا وڏا پارڪ ۽ وڏا وڏا اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون آهن، جن ۾ سنا ۽ قابل استاد تعليم ڏين ٿا ۽ نئين ٽيڪنالاجيءَ جي

سکيا پڙ ڏني ويندي آهي. اها نئين ٽيڪنالاجي، شهرن توڙي ڳوٺن ۾ به ڪتب آندي وڃي ٿي، جنهن جي ڪري شهرن سان گڏوگڏ ڳوٺن کي به فائدو ملي ٿو.

احسن: ادا، ڳوٺ ۽ شهر سڀ اسان جا آهن. هرهڪ پنهنجي جاءِ تي اهم آهي. ڪجهه شيون شهرن ۾ فائدي واريون آهن ته ڪي وري ڳوٺن ۾، پر ڳوٺن ۾ صاف هوا، پاڻي ۽ صحتمند کاڌو ميسر آهي. اتي فصلن جا وڻندڙ نظارا ۽ وڻڪار ڏاڍي من موهيندڙ آهي. خاص ڪري اوطاقون ته تهذيبي ۽ ثقافتي سکيا گهر آهن، جتي وڏڙا وندرورونهن سان گڏ پنهنجي تجربن ۽ مشاهدن ذريعي نئين نسل جي سٺي تربيت ڪندا رهن ٿا.

عباس: ادا! مون کي اها ته ڏاڍي پلي ڳالهه ٻُڌائي اٿئي! ايندڙ موڪلن ۾ تنهنجي ڳوٺ هلي، سڀ ڪجهه اکين سان ڏسبو.

احسن: ادا! گڏجي گهمڻ ۾ خوشي ٿيندي. اي دوست! شهر به پنهنجا ته ڳوٺ به پنهنجا، شال آباد هجن!

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) شهري ۽ ڳوٺاڻي زندگي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
( ب ) شهرن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون سهولتون آهن؟
( ج ) شهرن ۾ آلودگيءَ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

اضافو - واقع - آلودگي - رٿابندي - مشاهدو

3- **اُستاد ٻارن کي خط لکڻ جو طريقو سمجهائي.**

**سرگرمي:** استاد شاگردن جا ٻه گروپ ناهي هڪ گروپ کان ڳوٺن ۾ ٿيندڙ فصلن ۽ ميون جا چارٽ ٺهرائي ۽ ٻئي گروپ کان شهرن ۾ هلندڙ سوارين، خاص جاين ۽ فئڪٽرين جو آلبم ٺهرائي.

سبق اوڻيھون

# اسٽيٽ بئنڪ

**سکيا جي حاصلات**

- قومي ادارن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- سوالن جا جواب ڏيڻ.
- مناسب لفظن سان خالي جايون پرڻ.
- حرف جملي بابت آگاهي ڏيڻ.
- خط لکڻ.

بئنڪ هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن ۾ ماڻهو پنهنجون رقمون محفوظ ڪرڻ ۽ ڪاروبار لاءِ رکندا آهن. هر ملڪ کي هڪ مرڪزي بئنڪ هوندي آهي. جيڪا ملڪي مالياتي ڪاروهنوار هلائڻ ۽ ضابطي رکڻ لاءِ اُپاءَ وٺندي آهي. اسان جي ملڪ پاڪستان جي مرڪزي بئنڪ کي 'اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان' يا 'بئنڪ دولتِ پاڪستان' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

پاڪستان جي قيام کان اڳ، انگريزن جي دور ۾، 'رِزرَو (Reserve) بئنڪ آف انڊيا'، سينٽرل بئنڪ هوندي هئي.

30 ڊسمبر 1947ع تي، انگريز حڪومت 'رِزرَو بئنڪ' کي ٻن حصن ۾ ورهائي، 30 سيڪڙو پاڪستان کي ۽ 70 سيڪڙو انڊيا کي ڏنو. هن ورهاڱي کان پوءِ مئي 1948ع ۾، قائداعظم محمد علي جناح 'اسٽيٽ بئنڪ' ناهڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. جون 1948ع ۾ 'اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان' جو بنياد وڌو ويو. پهرين جولاءِ، 1948ع کان، هن بئنڪ باقائدي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان سڀ کان پهرين ملڪ جي

ناڻي وارن سڪن ۽ نوٽن کي ترتيب وار تيار ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو.

1956ع ۾، ’اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان‘ جي ائڪٽ جو تعارف ٿيڻ کان پوءِ، هن بئنڪ کي جيڪي بہ ذميواريون ڏنيون ويون، تن کي اها وڏي پيماني تي نباهڻ لڳي تہ جيئن پاڪستان جي معاشي حالتن ۽ پيداواري وسيلن ۾ ترقي ٿئي.

1964ع ۾، اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي خودمختيار بنايو ويو تہ جيئن اها سڀ ڪم وڏي پيماني تي ڪري سگهي.

گورنمينٽ آف پاڪستان، جنوري 1997ع ۾، اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي حڪم ڏنا، جيڪي مئي، 1997ع ۾، پارليامينٽ مان منظور ٿيا، جن ۾ نوٽن کي ترتيب ڏيڻ، ناڻي جي اگهہ ۽ ڪريڊٽ کي ترتيب ڏيڻ ۽ پاڪستان جي معاشي پيداواري وسيلن کي وڌائڻ شامل آهي.

اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان، پاڪستان جي سينٽرل بئنڪ آهي. هن بئنڪ جا هيڊ ڪوارٽر ڪراچي ۽ اسلام آباد ۾ آهن. هيءَ بئنڪ پاڪستان جا روايتي ۽ ترقياتي ڪم ڪندي آهي تہ جيئن پاڪستان مالياتي طور تي پاڻ پرو ٿي سگهي.

هي روايتي ڪم ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصو بنيادي ڪمن سان گڏوگڏ ڪرنسيءَ جا مسئلا ۽ مالي مسئلا حل ڪندو آهي ۽ ٻيو حصو، ايجنسين جي ڪمن کي سنڀاليندو آهي، جن ۾ پبلڪ ڊپارٽمينٽ جي مئنيجمينٽ ۽ ٻاهرين ملڪن جي ناڻي جي مٽا سٽا جي مئنيجمينٽ شامل آهي.

اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان هاڻي نوٽن جا نمونا تبديل ڪيا آهن. اهو قدم انهيءَ ڪري کنيو ويو تہ جيئن ڪوڙن ۽ جعلي نوٽن جي ڪاروبار کي روڪي سگهجي.

اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي، سينٽرل بورڊ آف ڊائريڪٽرز جا 9 ميمبر هوندا آهن، جن ۾ پهريون گورنر يا چيئرمين هوندو آهي. گورنر يا چيئرمين جو هڪ سيڪريٽري هوندو آهي. باقي 8 ڊائريڪٽر هوندا آهن.

اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ملڪ جي معاشي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري رهي آهي. هن وقت ملڪ جي وڏن وڏن شهرن ۾ هن بئنڪ جون برانچون کوليون ويون آهن. جيڪي پڻ مرڪز جي انتظام هيٺ هلن ٿيون. ان ڪانسواءِ پوري ملڪ ۾ ملڪي توڙي غير ملڪي بئنڪون ۽ ٻيا مالياتي ادارا اسٽيٽ بئنڪ جي سرپرستيءَ ۾ سهڪار سان ڪم ڪن ٿا.

## مشق

1- **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ڪڏهن وجود ۾ آئي؟

( ب ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا ڪهڙا مکيہ ڪم آهن؟

( ج ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جا هيڊ ڪوارٽر ڪٿي آهن؟

( د ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سربراهہ کي ڇا چئبو آهي؟

( ه ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سينٽرل بورڊ آف ڊائريڪٽرز جا گهڻا ميمبر هوندا آهن؟

( و ) پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ رزرو بئنڪ آف انڊيا جي ناڻي مان پاڪستان کي ڪيترو حصو مليو؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ڪاروبار - شرح - مالياتي ادارا - ڪرنسي - سهڪار

3- **مناسب جواب ڳولي خالي جاين کي ڀريو:**

(الف) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو بنياد سن ..................... ۾ وڌو ويو.
(1947، 1950، 1948ع)

( ب ) ورهاڱي کان اڳ ملڪ جي مرڪزي بئنڪ کي ............................. نالي سان سڏيو ويندو هو. (سينٽرل، رزرو بئنڪ، حبيب بئنڪ)

( ج ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي...................... بہ سڏيو وڃي ٿو.
(سنڌ بئنڪ، بئنڪ دولت پاڪستان، اسلامي بئنڪ)

( د ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان کي قانوني حيثيت خودمختياري وارو ايڪٽ ................ سن ۾ پاس ڪيو ويو. (1964ع، 1958ع، 1962ع)

( ه ) اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جي سربراهہ کي ......................... سڏبو آهي.
(ميمبر، گورنر، سيڪريٽري)

4- **خط لکي اسٽيٽ بئنڪ جي فائدن متعلق آگاهہ ڪريو.**

5- **حرف جملو، اهو لفظ جيڪو جملي ۾ ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍي هڪ ڪري ان کي حرف جملو چئبو آهي.**

مثال طور: (1) اصغر اسڪول ويندو آهي پر شام جو دُڪان تي بہ ڪم ڪندو آهي.
(2) جمشيد ۽ اڪبر ڀئي ڀائر آهن، مگر ڌار ڌار ڪلاسن ۾ پڙهن ٿا.

سرگرمي: اوهان ٻين قومي ادارن جي نالن جي لسٽ تيار ڪريو ۽ ڪلاس ۾ ٻڌايو.

ياد رکو تہ: اسٽيٽ بئنڪ جي قائم ڪرڻ وارو بنيادي ڪم قائداعظم محمد جناح ڪرايو هو.

## سبق ويهون

# محبت وطن جي

### سکيا جي حاصلات

- وطن جي محبت جو جذبو پيدا ڪرڻ.
- نظم سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- نظم جي بندن جو مفهوم سمجهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ ۽ جملا ٺاهڻ.
- هم آواز لفظ ڳولي لکڻ.
- زمان حال کي ماضيءَ ۾ بدلائڻ.

رکو دل ۾ دائم، محبت وطن جي،
ڪريو دل سچيءَ ساڻ خدمت وطن جي.

وطن جي ڪريو خُوب ساراهہ هرهنڌ،
ڪجو ڪين ڪڏهين شڪايت وطن جي.

اوهان جو وطن زيبُ آهي اوهان لئہ،
۽ بڻجو اوهين پاڻ زينت وطن جي.

ڪيو نيڪ ناميءَ سان دنيا ۾ نالو،
وڌايو ائين شانُ، عزت وطن جي.

پڙهو علمُ، تعليم کي عامُ ڪريو،
هڪالي ڪيو سڀ جهالت وطن جي.

وطن تان اي ’آصف‘! ڪري ساهہ صدقي،
سڌاري ڪيو سُهڻي حالت وطن جي.

احمد خان ’آصف‘

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هي نظم ڇا بابت لکيل آهي؟
( ب ) هن نظم جو ڪهڙو بند اوهان کي وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟
( ج ) وطن جو شان ڪيئن وڌي سگهي ٿو؟
( د ) جهالت ختم ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
( هہ ) هن نظم جي شاعر جو تخلص ڪهڙو آهي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| دائم | | |
| هڪالي ڪيو | | |
| زينت | | |
| نيڪ نامي | | |
| جهالت | | |
| زيب | | |

3- ’محبت‘ ۽ ’صحبت‘ هم آواز لفظ آهن. اوهان نظم مان ڪي ٻيا هم آواز لفظ ڳولي لکو.

4- نظم جون سِٽون مڪمل ڪري سمجهائي ڏيو:

* وطن جي ڪريو خوب، ..................................،
.......................................، شڪايت وطن جي.

* اوهان جو وطن زيبُ، ..................................،
...............................................، زينت وطن جي.

* ...................................................، عامُ ڪريو،
هڪالي ڪيو سپ، ..........................................

ڪنهن به شاعر جي شاعراڻي نالي کي ’تخلص‘ چئبو آهي. هن نظم جي شاعر، احمد خان جو تخلص ’آصف‘ آهي. احمد خان آصف اُستاد هئڻ سان گڏ ٻارن جو شاعر به هو. هي ضلعي دادوءَ جو رهواسي هو.

## سبق ايڪيهون



# ڪوٽڙي بئراج

پاڪستان بنيادي طور تي هڪ زرعي ملڪ آهي، جنهنڪري هتي آبپاشيءَ جي نظام کي سُڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جو خاص خيال رکيو وڃي ٿو. اسان جي صوبي سنڌ ۾، زراعت جو گهڻو دارومدار سنڌو نديءَ ۽ ان مان نڪرندڙ واهن تي آهي.

ڪو وقت هو، جو هن درياهه مان نڪتل واهه، صرف آبڪلاڻيءَ ۾ وهندا هئا. ان زماني ۾ هتي آبادي هڪ فصلي ٿيندي هئي. سال 1932ع ۾ جڏهن سکر بئراج ٺهيو، ته ان مان نڪرندڙ واهن کي دائمي طور وهندڙ واهه بڻايو ويو. ان بعد انهن واهن واريءَ ايراضيءَ ۾ آبادي ٻِه فصلي ٿيڻ لڳي.

سکر بئراج مان، دائمي نڪرندڙ واهن کان سواءِ سنڌو نديءَ مان ڪي ٿورا موسمي وهندڙ واهه به هوندا هئا. باقي درياهه جو سمورو پاڻي وهي وڃي عربي سمنڊ ۾ ٿي پيو. سمنڊ ۾ پاڻي پوڻ سان اتي تمر جا ٻيلا پيدا ٿيندا آهن. جيڪي مڇيءَ جي پيدائش جي

نرسري آهن. سال 47-1946ع ۾ هڪ رٿ رٿي وئي تہ ڄامر شوري وٽ سنڌو نديءَ تي هڪ ٻيو بئراج بہ ٺاهيو وڃي، جنهن جي ذريعي دائمي واهہ وهائي، لاڙ واري غيرآباد زمين، آباد ڪئي وڃي. ان ڪان پوءِ شروعاتي ٽن سالن ۾، گهربل اوزار ۽ مشينري حاصل ڪئي ويئي. هڪ بجلي گهر ۽ ورڪشاپ تعمير ڪرايو ويو ۽ ڪاريگرن ۽ مزورن لاءِ ڪالوني اڏي وئي. ساڳئي وقت بئراج جي ڊزائين ۽ اڏاوت جو نقشو بہ تيار ڪيو ويو.

ابتدائي تيارين بعد تاريخ 12 فيبروري 1950ع تي، ان وقت جي گورنر جنرل خواجہ ناظمرالدين هن بئراج جي پيڙهہ جو پٿر رکيو. تربيت يافتہ ڪاريگرن جي گهٽتائي، پرڏيهي ناڻي جي ڪمي ۽ مشينريءَ جي فاضل پرزن جي کوٽ تعمير جي ڪمر ۾ ڪافي رڪاوٽ وڌي. انهن سڀني مشڪلاتن هوندي بہ ڪارڪنن همت نہ هاري، هو رات ڏينهن ڪمر ڪي لڳا رهيا. نيٺ هيءَ عظيم رٿا پنجن سالن جي لڳاتار محنت بعد تڪميل کي پهتي. سيپٽمبر 1954ع ۾، درياهہ جو پاڻي، هن بئراج مان وهايو ويو ۽ 15 مارچ 1955ع تي، اُن جو افتتاح ٿيو. جيئن تہ هيءُ بئراج ڪوٽڙيءَ کي ويجهو آهي، اُنهيءَ ڪري هن کي ’ڪوٽڙي بئراج‘ نالو ڏنو ويو.

هن بئراج جي تعمير تي ڪل 5 ڪروڙ 75 لک روپيا خرچ ٿيا. هن بئراج جي ڊيگهہ اٽڪل هڪ هزار ميٽر آهي. هن ۾ چوئيتاليهہ دروازا آهن، جن مان هرهڪ اٽڪل 18 ميٽر ويڪرو ۽ اٽڪل 7 ميٽر اوچو آهي. هن بئراج مان وڌ ۾ وڌ پوڻا نَوَ لک ڪيوسڪ پاڻي لنگهي سگهي ٿو. هن ۾ ٻيڙين جي لنگهہ لاءِ انتظام ڪيل آهي. پُل ڪان اوڀاري پاسي، پَلن جي وڃڻ لاءِ بہ ڏاڪڻيون بہ ٺهيل آهن.

پُل تان آمدورفت لاءِ اٽڪل 8 ميٽر ويڪرو رستو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسي اٽڪل هڪ ميٽر ويڪرا فٽ پاٿ آهن، تہ جيئن پيادا ماڻهو آسانيءَ سان اچي وڃي سگهن. اُن ڪان سواءِ پل تان بجلي لائين ۽ سئي گئس جي پار ڪرڻ لاءِ بہ انتظام ڪيل آهي. هن پل جي تعميراتي ڪمر جي سڄي نگراني، پاڪستاني انجنيئرن ڪئي. هن ۾ استعمال ٿيل پٿر جنگشاهيءَ جي ٽڪرين مان حاصل ڪيو ويو.

هن بئراج جي ساڄي پاسي ڪلري بگهاڙ نالي هڪ دائمي وهندڙ واهہ آهي. اُن ۾ نَوَ هزار هڪ سؤ ڪيوسڪ پاڻي ڪٽڻ جي گنجائش آهي. اُهو واهہ، شروعات ۾ پٿريلي ايراضيءَ مان وَهي وڃي ڪينجهر ڍنڍ ۾ پوي ٿو، جنهن جي پکيڙ 74 چورس ڪلوميٽر آهي. هيءَ ڍنڍ ڪينجهر ۽ سونهري ڍنڍ کي ملائي، انهن جي چوڌاري وڏو بند ٻڌي ٺاهي وئي آهي. ٺٽي ضلعي جي هڪ وڏي ايراضيءَ کي آباد ڪرڻ لاءِ هن ڍنڍ مان پاڻي

هاليجي ڍنڍ کي پهچايو وڃي ٿو، جتان ڪراچي شهر کي پيئڻ لاءِ پاڻي ملي ٿو. ساڳئي وقت اها ڍنڍ، مڇي مارڻ، سير ۽ تفريح لاءِ بہ بهترين جاءِ آهي.

سنڌو نديءَ جي ڪابي ڪپ تي ڪُل ٽي واهہ آهن، هڪ پراڻي ڦليلي، جنهن کي سڌاري اُن جا ور وڪڙ ڪڍيا ويا آهن. ٻيو پنجاري ۽ ٽيون سيمينٽ سان پڪو ڪيل لائينڊ چئنل، جو پڻ هڪ دائمي وهندڙ واهہ آهي. هن ۾ چار هزار هڪ سَو ڪيوسڪ پاڻي ڪڻڻ جي گنجائش آهي.

هن بئراج مان نڪتل واهن مان ڄامر شوري، حيدرآباد، ٺٽي محمد خان، بدين، سجاول ۽ ٺٽي ضلعن جي 28 لک ايڪڙ زمين آباد ٿي رهي آهي. انهيءَ کان اڳ، ان ايراضي جو تمام وڏو حصو غيرآباد رهندو هو. جن ايراضين ۾ اهي واهہ پاڻي رسائين ٿا، اُنهن ۾ سم کان بچاءَ لاءِ ’سم ناليون‘ پڻ کوٽايون ويون آهن، جيڪي سم وارو پاڻي سمنڊ ڏانهن ڪڍي وڃن ٿيون.

هن بئراج ٺهڻ کان پوءِ انهن ضلعن جي زرعي پيداوار ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو آهي. هاڻي انهن ايراضين ۾، سارين ۽ ڪمند جا بهترين فصل ٿين ٿا. ڪن هنڌن تي ياڄيون پڻ پوکيون وڃن ٿيون. انهيءَ کان سواءِ ڪيلي، زيتونن ۽ ليمن جا وڏا باغ لڳايا ويا آهن، جيڪي ڏاڍا ڪامياب ٿيا آهن. جتي اڳي ڪارو ڪلر ۽ ڪارا ڪٻڙ هئا، اتي هاڻي ساوڪ لڳي پئي آهي. سچ آهي تہ انسان پنهنجي پورهئي ۽ عقل سان برن ۾ بازاريون ٺاهي سگهي ٿو.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ڪوٽڙي بئراج ڪڏهن اڏجي تيار ٿيو هو؟

( ب ) پُل جي اڏاوت تي ڪيترو خرچ ٿيو هو؟

( ج ) ڪوٽڙي بئراج جي رٿا ڪيتري خرچ سان مڪمل ٿي هئي؟

( د ) هن بئراج جي تعمير ٿيڻ ڪري ڪيتري ايراضي آباد ٿي آهي؟

( هہ ) هن جا ڪهڙا واهہ دائمي وهندڙ آهن؟

( و ) هن بئراج جي نڪرڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيو آهي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| آبپاشي | | |
| زراعت | | |
| آبڪلاٽي | | |
| ابتدا | | |
| تفريح | | |
| نگراني | | |
| آمدورفت | | |

3- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) سمنڊ ۾ پاڻي پوڻ سان اتي ..................... جا ٻيلا پيدا ٿين ٿا.
( ب ) ان وقت جي گورنر جنرل ........................................ هن بئراج جي پيڙهه جو پٿر رکيو.
( ج ) هن بئراج جي ڊيگهه اٽڪل ....................................... ميٽر آهي.
( د ) هن بئراج جي ساڄي پاسي.................................. نالي هڪ دائمي وهندڙ واهه آهي.
( هه ) هن ۾ استعمال ٿيل پٿر ........................... جي ٽڪرين مان حاصل ڪيو ويو.

4- هيٺ ڏنل جملو پڙهو:

آءٌ 'اڄ' اسڪول وڃان ٿو. جملي ۾ 'اڄ' لفظ وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. اهڙن لفظن کي ظرف زمان چئبو آهي. توهين اهڙا چار لفظ ٻڌايو، جيڪي ظرف زمان هجن.

سرگرمي: استاد ٻارن کي مختلف زرعي فصلن جو چارٽ تيار ڪرائي ڪلاس ۾ لڳرائي.

ياد رکو ته: سنڌو درياهه تي، سنڌ ۾ گڊو بئراج، سکر بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج ٺهيل آهن.

سبق ٻاويهون

# نظم ۽ ضبط جي اهميت

**سکيا جي حاصلات**

- قدرت جي نظام بابت ڄاڻڻ.
- نظم ۽ ضبط بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- خال ڀرڻ.
- مختصر مضمون لکڻ.

هيءَ سموري ڪائنات، قدرت جي نظام ۽ ضابطي هيٺ هلي ٿي. انساني جسم کان وٺي، شمسي نظام تائين اسان کي هڪ تنظيم، هڪ ضابطو ۽ نظام نظر اچي ٿو. فطرت جي نظام ۽ ضابطي جو هي هڪ اعليٰ نمونو آهي. سج، چنڊ ۽ تارا سڀ پابنديءَ سان گردش ڪندا رهن ٿا. هي ستارا ۽ گرهه، جيڪڏهن بدنظميءَ جو شڪار ٿي ٽڪرجي پون ته هوند دنيا پل ۾ سڙي رک ٿي وڃي. موسمن جا اهي ڦيرا، رات ۽ ڏينهن، صبح ۽ شام سڀ ان قدرت واري جي نظام جو هڪ نمونو آهن.

سج جو ابرڻ ۽ لهڻ، چنڊ جو مختلف تاريخن تي ننڍو يا وڏو ٿيڻ ۽ تارن جو چمڪڻ، سڀ هڪ نظام هيٺ پنهنجو پنهنجو ڪم ڪندا رهن ٿا.

پري نٿا هلون صرف پنهنجي جسم جو ئي ڪٽي مثال وٺو. جسماني چرپر ڪي ئي آڏو رکون ته معلوم ٿيندو ته دماغ اڪيلو ئي اهو سارو ڪاروبار هلائي ٿو. فالج جي بيماريءَ ۾، ڪنهن هڪ عضوي تي اثر سبب جسماني چرپر ايتري قدر ته متاثر ٿئي ٿي، جو ڳالهائڻ کان وٺي هلڻ، کائڻ پيئڻ، اُٿڻ ۽ ويهڻ سڀ جا سڀ يا ته جواب ڏيو وڃن يا معذوريءَ ۾ بدلجيو وڃن.

ڪنهن گاڏيءَ کي ئي مثال ڪري وٺو، جيڪا ڪنهن ننڍڙي مشيني خرابيءَ سبب يا تيل جي فراهميءَ ۾ رنڊڪ پوڻ سبب، هلڻ کان رڪجي ويندي آهي. اهڙيءَ ريت جنهن به شيءِ يا ساهواري کي ڏسبو ته ان جو نظام پوريءَ ريت منظم هوندو ۽ ضابطن جو پابند نظر ايندو. ڪو ادارو هجي يا ڪو پيشو يا ڌنڌو، ان جا به ڪي اصول ۽ قاعدا جڙيل هوندا آهن. ان ۾ ڪٿي به ڪا بي قاعدگي ٿيل هوندي ته اهو درست نموني ۾ پنهنجي ڪاروهنوار کي هلائي نه سگهندو پر نقصان ماڻيندو.

ڏنو وڃي ته فطرت جي ڪابه جوڙ جڙيل هجي يا انسان جي ڪا تخليق يا رٿا، هرهڪ ۾ پيچڪڙيءَ واريءَ حالت ۾ جوکو هوندو آهي. دنيا ۾ ٿيندڙ حادثا، طوفان، زلزلا ۽ ٻوڏون وغيره سڀ فطرت جي نظم ۽ ضبط سان هٿ چراند جو نتيجو آهن، يا وري انساني بي

قاعدگيءَ سبب پيدا ٿيندڙ حالتون آهن. فرض ڪريو ته ڪنهن به ڪم ڪرڻ لاءِ ڪو ڪاريگر مقرر ڪرڻ بجاءِ ٻه ڪاريگر مقرر ڪجن. اهي ٻئي هڪٻئي خلاف ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، هڪڙو اُڀتو ڪم ڪري ٻيو سُبتو ته ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟ پڪ سان نقصان ئي ٿيندو. اهڙيءَ ريت جنهن به شيءِ تي نظر رکبي ته ان ۾ نظم ۽ ضبط نظر ايندو، اهڙيءَ ڪوٺ جي ڪارڻ ڪري ان تي ناڪاري اثر پوندا ۽ منفي نتيجا ئي نڪرندا.

اهڙيءَ طرح زندگيءَ جي هر ڪاروهنوار ۾ نظم ۽ ضبط ضروري آهي. ان کان سواءِ ڪٿي به هلي نه سگهبو، نه وري ڪو لاپ ماڻي سگهبو. سزا ۽ جزا، نفعو نقصان، بهشت دوزخ، حياتي موت سڀ اسان کي نظم ۽ ضبط جي پابنديءَ جو درس ڏين ٿا. اسان کي گهرجي ته پنهنجي زندگي نظم ۽ ضبط سان گذاريون.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هيءَ سموري ڪائنات ڪنهن جي نظام ۽ ضابطي هيٺ هلي ٿي؟
( ب ) انساني جسم جي نظم ۽ ضبط جو ڪو مثال ٻڌايو؟
( ج ) زندگي گذارڻ لاءِ نظم ۽ ضبط ڇو ضروري آهي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| نظم ۽ ضبط | | |
| شمسي نظام | | |
| گرهه | | |
| بدنظمي | | |
| رنڊڪ | | |
| ڪاروهنوار | | |

3- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد |
| --- | --- |
| بيمار | |
| اُبتو | |
| نفعو | |
| ڪوڙ | |
| حياتي | |

4- هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) سموري ڪائنات ................................ جو هڪ اعليٰ مثال آهي.

( ب ) سج، چنڊ ۽ تارا سڀ پنهنجي پنهنجي .................. تي بيٺل ۽ پابند نظر ايندا.

( ج ) جنهن به ساهواري کي ڏسبو ته ان جي ......................... پوري ريت منظم هوندي.

( د ) زندگيءَ جي هر ................................ ۾ نظم ۽ ضبط ضروري آهي.

5- ڊم (:) ڳالهه پوري ڪرڻ ڪان پوءِ، ڳالهه کي وڌيڪ اثرائتي بنائڻ لاءِ ڪجهه وڌيڪ بيان ڪرڻو هوندو آهي، ڪو پهاڪو يا مثال ڏيڻو هوندو آهي ته پهرين جملي پوري ٿيڻ ڪان پوءِ (:) نشاني ڏبي آهي.

6- ڪلاس ۾ نظم ۽ ضبط ڇو ضروري آهي؟ مختصر نوٽ لکو.

ياد رکو ته: مضمون جو مطلب آهي، پنهنجي اندر جي ڪنهن ڳالهه يا معلومات کي پنهنجن سادن ۽ سليس جملن ۾ بيان ڪرڻ يا لکڻ.

سبق ٽيويهون

**سکيا جي حاصلات**

- صحت جي اصولن کان آگاهه ٿيڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- زمان مستقبل بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

# صِحَتَ جا دُشمن

صحت يا تندرستي الله تعاليٰ جي وڏي نعمت آهي. صحتمند انسان دنيا ۾ وڏا ڪارناما ڪري ٿو. هوڏانهن هڪ بيمار ماڻهو پنهنجو گهر ته نهيو، پر سموري سماج تي بار ٿي پوي ٿو. انڪري هر هڪ کي صحت جهڙي املهه شيءِ جي سنڀال ڪرڻ گهرجي.

صحت قائم رکڻ ان جي اصولن تي هلڻ تمام ضروري آهي. ان سان گڏ، صحت جي دشمنن کان به پاڻ کي بچائڻ ۾ فائدو ئي فائدو آهي. انهن دشمنن مان نشو ۽ نشيدار شيون صحت جا وڏا دشمن ليکيا وڃن ٿا. تماڪ کي ئي جڏهن ڏسجي ٿو ته اهو انسان کي ڪيڏو نه نقصان ٿو پهچائي. تماڪ واپرائڻ وارو ماڻهو ڪيترين ئي بيمارين ۾ وڪوڙجي وڃي ٿو. اهڙي ماڻهوءَ جي زندگي ڏاڍي ڏکي گذري ٿي.

تماڪ جي زهريلن جزن ۾، سڀ کان وڌيڪ نقصان واري شيءِ ’نڪوٽين‘ آهي. اِها ايڏي ته خطرناڪ آهي، جو ان جو ٿورو ذرو هڪ ڪُتي کي به ماري سگهي ٿو. ان حساب سان هڪ تماڪ ڇڪڻ واري ماڻهوءَ کي اها ڪيڏو نه نقصان پهچائي سگهي ٿي. سگريٽ، سگار، حقو، پَنَ جي بيڙي ۽ شيشو پيئڻ ماڻهوءَ جي صحت لاءِ سخت نقصانڪار آهن. اهڙيءَ طرح خراب تماڪ، رت جي دٻَن ۽ ٻين شين مان نهيل ’مين پُڙي ۽ گُٽڪو‘ پڻ صحت لاءِ ڏاڍا خطرناڪ آهن.

تماڪ ڇڪڻ واري ماڻهوءَ جو رت، ڳاڙهي مان ڦِري پيلو ٿي ويندو آهي. اهڙي ماڻهوءَ جو دماغ ڪمزور ۽ موڳو رهندو آهي، سندس ڦڦڙ ڪمزور ٿي ويندا آهن. سندس هاضمو خراب رهندو آهي، جنهن ڪري ڪيس بک گهٽ لڳندي آهي. اڳتي هلي، هو سلهه يا دِق جي مرض ۾ ڦاسي پوي ٿو. ڊاڪٽرن جو رايو آهي ته ننڍيءَ عمر ۾ تماڪ ڇڪڻ اڃا به وڌيڪ نقصانڪار آهي.

تماڪ کان سواءِ ٻيون به نشيدار شيون آهن، جن ۾ شراب، آفيم، چرس، ڀنگ،

شيشو پيئڻ ۽ هيروئن اچي وڃن ٿيون. اهي بيحد نشيدار شيون آهن. اُنهن جي واپرائڻ سان بہ انسان جي صحت تباھ ۽ برباد ٿي وڃي ٿي. شراب پيئڻ واري ماڻهوءَ جو جيرو، ٻڪري ناس ٿي ويندو آهي، ان کان سواءِ معدي، ڦڦڙ ۽ آنڊن کي بہ وڏو نقصان پهچندو آهي. شراب پيئڻ واري ماڻهوءَ جي زبان ۾ اٽڪ ۽ نظر خراب ٿي ويندي آهي، سندس هٿن پيرن ۽ ٽنگن ۾ طاقت بہ نہ رهندي آهي، ۽ عقل يا سمجهہ بہ پوري نہ رهندي اٿس. آفيم، چرس، ڀنگ ۽ هيروئن بہ ماڻهوءَ جي جسم کي ڳاري ناس ڪري ڇڏين ٿا، ۽ آخر ماڻهو ائين ڇُڙي ڇُڙي ختم ٿي وڃي ٿو. نشيدار شين جي استعمال ڪرڻ وارا ماڻهو نہ تہ پنهنجي ڪٽنب لاءِ ۽ نہ ئي وري پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي ڪم اچي سگهندا آهن، اُهي سڄو ڏينهن توڙي رات ائين بيهوشيءَ ۽ چريائيءَ جي حالت ۾ رهندا آهن.

صحت لاءِ نقصانڪار ۽ نشيدار شين کي روڪڻ لاءِ، اسان جي حڪومت نہ صرف اُپاءَ ورتا آهن، بلڪ ڪي اهڙا ادارا قائم ڪيا آهن. جهڙوڪ: اينٽي نارڪوٽيڪس، ايڪسائيز ۽ ڪوسٽل فورس وغيره جهڙا ادارا قائم ڪري نشيدار شين جي روڪ ٿام ڪري ٿي.

اسان جو فرض آهي تہ اسين سڀ صحت جي دشمن نشي کان پري پڃي، صحتمند زندگي گذاريون، تڏهن ئي اسين پنهنجي ڪٽنب، قوم ۽ ملڪ جا ذميوار ۽ ڪمائتا شهري بڻجي، انهن جي خدمت ڪري سگهنداسين.

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) صحت انسان لاءِ ڇو ضروري آهي؟
(ب) تماڪ ۾ ڪهڙو زهريلو جزو هوندو آهي؟
(ج) تماڪ کان سواءِ صحت جا ٻيا ڪهڙا دشمن آهن؟
(د) صحت قائم رکڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| واپرائڻ | | |
| املهه | | |
| ايڪسائيز | | |
| نڪوٽين | | |
| ڇڙي ڇُڙي | | |

3- خالي خانن ۾ ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| صحتمند | | عاقل | |
| دشمن | | ڪمزور | |
| نقصان | | خراب | |

4- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) تماڪ ڇڪڻ واري ماڻهو جو رت ڳاڙهي مان ڦري ........................ تي ويندو.
( ب ) ننڍي عمر ۾ تماڪ ڇڪڻ اجا به وڌيڪ ........................ آهي.
( ج ) صحت قائم رکڻ لاءِ ان جي ........................ تي هلڻ تمام ضروري آهي.
( د ) هڪ بيمار ماڻهو پنهنجو گهر ته نهيو پر سموري ................ تي بار تي پوي ٿو.
( هه ) نشيدار شيون صحت جا وڏا ........................ ليکيا وڃن ٿا.

5- زمان مستقبل: اهڙا فعل جن مان خبر پوي ته اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو ان کي 'زمان مستقبل' چئبو آهي.

جيئن: ايندس، پڙهندس، لکندس، ويندس وغيره.

اوهين زمان مستقبل جا ڪي جملا ٺاهيو.

## سبق چوويهون

# بهار آيو



### سکيا جي حاصلات

- قدرتي منظرن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نظم پڙهي لطف اندوز ٿيڻ.
- نظم کي سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- شعر کي مڪمل ڪرڻ.
- قافيي ۽ رديف جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

چمن ۾ ٽا ڇِتون ڇهڪن، بهار آيو، بهار آيو!
لَڙي ٽا لامَ تي لڙڪن، بهار آيو، بهار آيو!.

پَٽن پوشاڪ پاتي آ، ڪٽي پنهنجي مٽان سائي،
وَهِي اڄ واهہ ٽا وِهسن، بهار آيو، بهار آيو!

سُکيا سڀ تي وِيا سانگي، هليا ويا ڏول ڏولاوا،
ڏُکيا سي ڪين ٽا ڏِسجن، بهار آيو، بهار آيو!

چنبيلي، موتيو، نرگس، گلابي گُلَ ٽِڙيا آهن،
اکيون تن ۾ وڃي اٽڪن، بهار آيو، بهار آيو!

پپيهو پول ٽو پولي، ڪري ڪوئل تي ڪُو ڪُو ڪُو،
ڀنؤر ڏس ڏار ٽا ڀُٽڪن، بهار آيو، بهار آيو!

سنباهي هَرَ هليا هاري، خوشيءَ مان پنهنجي ڪيتن تي،
سُنهري سنگ ٽا سَٽجن، بهار آيو، بهار آيو!

تَرايُون تار ٽيون آهن، نہ 'بزمي' غم رهيو آهي،
مُهاڻا مِير ٽا مُرڪن، بهار آيو، بهار آيو!

نثار بزمي

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) بهار جي موسم ۾ چمن ۾ ڪهڙا ڪهڙا پکي تا چهڪن؟

( ب ) نظم ۾ ڪهڙن گلن جا نالا آيل آهن؟

( ج ) هن نظم جون اوهان کي ڪهڙيون سِٽون وڌيڪ وڻن ٿيون ۽ ڇو؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

لامَ - پوشاڪ - وهسن - ڏولاوا - مُرڪن

-3 هيٺ ڏنل نظم جا بند مڪمل ڪريو:

* سُڪيا سپ ٿي ويا سانگي، .................... ڏول ڏولاوا،
ڏُکيا سي ..................................، بهار آيو، بهار آيو!

* چنبيلي، ..................................، گلابي گل ٽڙيا آهن،
اڪيون تن ۾ وجي اٽڪن، .....................................!

* ................. تو ٻولي، ڪري ڪوئل ٽي ڪُو ڪُو ڪُو،
پنؤر ڏس ڏار ...........................، بهار آيو، بهار آيو!

-4 هيءُ نظم زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻڌايو.

-5 هن نظم ۾ چهڪن، ڏسجن، پٽڪن، ستجن ۽ ٻيا اهڙا لفظ قافيي جا مثال آهن.
قافيي جي پنيان وري وري ڪم ايندڙ لفظ يا فقرن کي ’رديف‘ چئبو آهي.
جيئن: ’بهار آيو، بهار آيو‘ .

نثار ’بزمي‘ جو اصل نالو قلندر بخش جوڻيجو هو. هن 1924ع ۾ تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾، جنم ورتو. سندس شاعريءَ ۾ فطرت جا رنگ نمايان آهن. هن 2000ع ۾ وفات ڪئي.

## سبق پنجويهون

# قدرتي آفتن کان بچاءُ

**سکيا جي حاصلات**

- قدرتي آفتن جي آگاهي حاصل ڪرڻ.
- قدرتي ۽ زميني آفتن دوران مدد ڪندڙ ادارن کان واقف ٿيڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- خال پرڻ.
- متعدي معروف ۽ مجهول جي وصف سمجهڻ.

قدرتي نظام ۾ شروع کان وٺي ڪڏهن زميني جوڙجڪ جي ڪري ته ڪڏهن وري ماحولياتي تبديلين جي ڪري مختلف وقتن تي زميني توڙي آسماني آفتون ايندي رهن ٿيون. جيئن: مينهن، طوفان، ٻرندڙ جبلن جا لاوا، پهاڙي چيون، ٻوڏون، زلزلا، جنگيون ۽ وچڙندڙ بيماريون وغيره، جن تي مڪمل ضابطو ته ممڪن ئي نه آهي، پوءِ به انسان پنهنجي عقل ۽ ڄاڻ سان احتياطي اُپائن ۽ سجاڳيءَ ذريعي، انسان ذات کي تباهي کان گهٽي حد تائين بچائي سگهي ٿو. ماهرن جي خيال ۾ عالمي تپش (Global Warming) جي ڪري ايندڙ وقت ۾ قدرتي آفتن جا امڪان اڻٽر آهن جن جو اثر اُسرندڙ ملڪن تي گهڻو پوندو.

قدرتي آفتن جي ڪري انسان جي روزگار جا وسيلا، اُجها، اڏا، سندس جان مال ۽ ملڪيت متاثر ٿين ٿا، جن جو مڪمل بچاءُ ڏکيو آهي. ان ڪري متاثر ٿيل ماڻهن ۽ خاندانن جي نقصان جو ڪاٿو لڳائي، انهن جي مالي ۽ اخلاقي مدد ڪرڻ هر ملڪ ۽ معاشري جو اولين فرض هئڻ کپي. متاثر ملڪ، پنهنجي مالي ۽ انتظامي وسيلن آهر نئين سر بحاليءَ جي ڪمن ڪارين لاءِ ڪاميٽيون جوڙيندا آهن، جيڪي فعال بنجي ڪم ڪنديون آهن. آزمائش جي اهڙين گهڙين ۾، ملڪي ۽ غير ملڪي امداد حاصل ڪرڻ لاءِ اپيلون ڪرڻ سرڪاري، غير سرڪاري توڙي فلاحي تنظيمن جو فرض هوندو آهي ته اهڙي نازڪ وقت ۾ ڏکويل ماڻهن جي بنا فرق جي مدد ڪن، جيئن اهي وري نئين زندگي شروع ڪري سگهن.

اوچتين آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هر ملڪ ۾ ڪيترائي ادارا ۽ شڪايتي مرڪز قائم ٿيل هوندا آهن، جن کي 'هيلپ لائين' چيو وڃي ٿو، جيڪا مدد طلب ڪرڻ وقت متاثر ماڻهن جي بروقت سهائتا ڪري ٿي. مثال طور: پوليس هيلپ، سٽي گورنمينٽ هيلپ، فائر برگيڊ، ايڌي ايمبولينس، بم ڊسپوزل اسڪواڊ، چيف منسٽر هائوس، گورنر هائوس، ريلوي انڪوائري، هلال احمر ۽ بلڊ بئنڪ وغيره هروقت مدد لاءِ تيار هوندا آهن. ڪي ادارا اهڙا به

هوندا آهن جيڪي هنگامي حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڻمرادو متحرڪ ٿي ويندا آهن. جيئن: نئشنل ۽ پراونشل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي (قدرتي آفتن کان بچاءَ جو ادارو)، سول ڊفينس (شهري بچاءُ) ۽ ٻيون رضاڪار تنظيمون ۽ فلاحي ادارا جن جي هٿ هيٺ وري ڪيترائي امدادي مرڪز ۽ سيل جوڙيا ويندا آهن. اهي ڪاميٽيون ۽ ادارا، سرڪاري سرپرستيءَ ۾ ڪم ڪن ٿا، جن سان رابطي ڪرڻ لاءِ قومي نشرياتي ادارن، ريڊيو، ٽي وي ۽ اخبارن ذريعي متاثر ماڻهن کي اطلاع ڏنو ويندو آهي. اهڙن امدادي ڪمن لاءِ ڪن خاص تربيت ورتل ماڻهن ۽ ايمرجنسي اسڪواڊ جي ضرورت پوندي آهي. ايمرجنسي اسڪواڊ ۾ فوجي دستا، پوليس ڪمانڊوز، رينجرس، سول ڊفينس رضاڪار، اسڪائوٽس ۽ گرلس گائيڊ، طبي ۽ ٻيون ريسڪيو ٽيمون (Rescue Teams) شامل آهن. اهڙا اسڪواڊ هر وقت جديد سامان سميت تيار هوندا آهن. هنن وٽ گاڏيون، ايمبولينسون، لانچون ۽ ڪاڌ خوراڪ، دوائون ۽ بس سروس، بحري ۽ هوائي آمدرفت جا ذريعا، حياتي بچائيندڙ جيڪيٽون ۽ هيلائيٽون هونديون آهن.

اهڙين ڏکين حالتن ۾ ايمرجنسي اسڪواڊ کي سنو سهڪاري سمجهيو وڃي ٿو. اهي رضاڪار بنا ڪنهن متڀيد جي انسانن جي مدد ڪن ٿا ۽ متاثر ماڻهن کي گهربل امداد فراهم ڪندا آهن ۽ محفوظ هنڌن تائين رسائيندا آهن.

## مشق

### 1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قدرتي آفتون ڪهڙيون ڪهڙيون آهن؟

( ب ) فلاحي تنظيمن جو ڪم ڪهڙو آهي؟

( ج ) نشرياتي ادارن جا نالا ۽ ڪم ٻڌايو؟

( د ) ايمرجنسي اسڪواڊ جو ڇا مطلب آهي؟ ايمرجنسي اسڪواڊ ۾ ڪهڙا ادارا ڪم ڪن ٿا؟

### 2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

اُسرندڙ - اڻٽر - تدارڪ - متحرڪ - سرپرستي - سهڪاري

3- **هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

(الف) آسماني ۽ زميني آفتون ................... ڪري اينديون آهن.

( ب ) انسان پنهنجي عقل ۽ علم سان ................. ۽ ................. ذريعي انسان ذات کي تباهيءَ کان بچائي سگهي ٿو.

( ج ) قومي نشرياتي ادارن .................... ۽ .................. وسيلي ماڻهن کي خطري جو اطلاع ڏنو وڃي ٿو.

( د ) آفتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ...................... کي سنو سهڪاري سمجهيو وڃي ٿو.

4- **فعل متعدي مجهول: اهڙا جملا جن ۾ فاعل گم ٿي وڃي ۽ مفعول ڦري فاعل جي جاءِ والاري.** جيئن:

- ڪتاب پڙهجي ٿو.
- ماني ڪائجي ٿي.

5- **ٻوڏ يا برسات جي تباهه ڪارين وقت مددي ادارن جي ڪيل خدمتن جو اکين ڏٺو احوال لکو.**

**ياد رکو ته:**

- عالمي تپش جو مطلب آهي گرمي پد وڌڻ.
- هيلپ لائين جو مطلب آهي قدرتي آفتن وقت مددي سيل جي نمبر تي اطلاع ڏيئي سهائتا حاصل ڪرڻ.
- ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي: مصيبت وقت ماڻهن جي بچاءَ ۽ بحالي وارو ادارو.
- ريسڪيو ٽيمون: رضاڪار يا مشڪل وقت ۾ مددگار جماعتون.

سبق چويھون



- راندين جي اهميت سمجهڻ.
- فوٽ بال راند بابت ڄاڻڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- ڪنهن به راند جو احوال لکڻ.
- جملن کي درست ڪرڻ.

# فوٽ بال راند

جيئن انسان کي ورزش چُست رکي ٿي، تيئن هر ڪا راند، انساني جسم جي عضون کي چُست ۽ سگهارو بنائي ٿي. راند کهڙي به هجي، کيڏڻ ۽ ڏسڻ ۾ بيحد مزو ايندو آهي. اڄڪلهه دنيا جي اهم راندين مان فوٽ بال راند به هڪ آهي. هيءَ راند، هٿن سان نه، پر پيرن سان کيڏي ويندي آهي.

هيءَ راند، آڳاٽي زماني کان جَرمني، چين، جپان، آسٽريليا، يونان ۽ اٽلي ملڪن ۾ کيڏي ويندي هئي.

دنيا ۾ فوٽ بال جو وڏو مقابلو ’ورلڊ ڪپ‘ هر چوٿين سال ٿيندو آهي، جنهن کي ’FIFA‘ (فيڊريشن انٽرنئشنل فوٽ بال ايسوسيئيشن) نالي بين الاقوامي ادارو ڪرائيندو آهي. اُن ۾ ڪيترن ئي ملڪن جون ٽيمون حصو وٺنديون آهن. اولهه يورپ ۾ برازيل، ارجنٽينا، جرمني ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن جي هيءَ قومي راند آهي.

هن راند کي دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ڏٺو ۽ پسند ڪيو وڃي ٿو. فوٽ بال راند ۾ ٻه ٽوليون يا ٽيمون ٿينديون آهن. هر هڪ ٽوليءَ ۾ يارهن يارهن رانديگر ٿيندا آهن. هر ٽيم جو هڪ هڪ گول ڪيپر ٿيندو آهي، جنهن جو ڪم ’گول بچائڻ‘ هوندو آهي. گول ڪيپر بال هٿن سان پڻ جهٽي سگهي ٿو.

فوٽ بال راند جو ميدان 100 ميٽر ڊگهو ۽ 50 ميٽر ويڪرو ٿيندو آهي. پوري وچ تي هڪ ليڪو ميدان کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائيندو آهي. ميدان جي چوڌاري، چٽو اڇو ليڪو نڪتل هوندو آهي. هي ليڪو ميدان جا ڏنگ يا حدون نروار ڪندو آهي. ميدان جي ٻنهي ڊگهائيءَ وارن ڇيڙن جي وچ ۾ آمهون سامهون ڪجهه مفاصلي تي، ٻه ٻه پول ڪتل هوندا آهن، جيڪي ’گول‘ جا نشان هوندا آهن. انهن پولن جي پوئين پاسي جاري لڳل هوندي

آهي. ڪنهن به رانديگر جي ڏُڏي يا مَٿي سان بال گول اندر ويو ته اهو هڪ ’گول‘ ٿي ويو.

راند لاءِ مقرر ٿيل اڌ وقت کان پوءِ رانديگر پاسا مٽائيندا آهن. هن راند ۾ هر هڪ ٽيم جو هڪ گول ڪيپر، ٻه بئڪ، ٽي هاف بئڪ ۽ پنج فارورڊ رانديگر ٿيندا آهن. گول ڪيپر، بئڪ ۽ هاف بئڪ رانديگر، گول جو بچاءَ ڪندا آهن، جڏهن ته فارورڊ رانديگر مخالف ٽيم جي گول تي حملو ڪندا آهن. ’ڊي‘ (D)، گول جي ويجهو، هڪ حد ٺهيل هوندي آهي، جيڪڏهن فارورڊ رانديگر بال کڻي ’ڊي‘ واري حصي ۾ پهتا ۽ ڪين ڪنهن غلط طريقي سان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان تي ڏنڊ پوندو. ان کي ’پينلٽي ڪِڪِ‘ (ڏنڊ) چون ٿا. جيڪڏهن ڪنهن رانديگر جو اتفاق سان بال کي هٿ لڳو ته اهو ’فائول‘ ٿي ويو، ڇو ته بال کي فقط پير سان ٺڏبو آهي، البته مٿي سان پڻ بال رنڌائي سگهجي ٿو، هٿ فقط گول ڪيپر ئي استعمال ڪري سگهي ٿو. ڄاڻي واڻي رانديگر کي روڪڻ يا ٽنگ آڏو ڏيڻ، جهڙي حرڪت ڪرڻ واري تي به ڏنڊ پوندو آهي.

’ريفري‘جيڪو راند ۾ هڪ جج وارو ڪم ڪندو آهي، ان جو فيصلو قبول ڪرڻو پوندو آهي. اهو بي واجبي ڪندڙ رانديگر کي چتاءُ ڏيندو آهي. ان کي پيلي رنگ جو ڪارڊ ڏيکاريندو آهي. ريفري، ڏوهي رانديگر کي، ٿوري وقت لاءِ ميدان کان ٻاهر به موڪلي سگهندو آهي.

راند جو فيصلو مقرر وقت ۾ هر ٽيم جي ڪيل ’گولن‘ جي ڳڻپ تي ٿيندو آهي. جنهن ٽيم گهڻا گول ڪيا، اهائي ٽيم فاتح ليکي ويندي آهي. جيڪڏهن مقرر وقت ۾ ڪنهن به ڌر گول نه ڪيو يا گول برابر ٿيا ته اهڙيءَ صورت ۾ راند جو وقت وڌايو ويندو آهي. اجا به فيصلو نه ٿي سگهيو ته پوءِ هر هڪ ٽيم کي پنج پنج پيرا ڪِڪِ هڻڻ جو موقعو ڏنو ويندو آهي. ان ۾ جنهن ٽيم جي گولن جو تعداد وڌيڪ ٿيو، ان کي ڪٽندڙ ٽيم سمجهيو ويندو آهي.

اسان جي ملڪ پاڪستان کي اهو اعزاز حاصل آهي ته دنيا ۾ جِتي جِتي به فوٽ بال راند کيڏي ويندي آهي. ان ۾ استعمال ٿيندڙ بال هميشه پاڪستان جي مشهور شهر سيالڪوٽ جو ٺهيل هوندو آهي. اهو بال اڳ چمڙي جي ڇتيهن ٽُڪرن سان ناهيو ويندو هو، پر 2014ع جي ورلڊ ڪپ لاءِ جيڪو بال ناهيو ويو، اُهو صرف ڇهن ٽُڪرن مان تيار ڪيو ويو هو.

پاڪستان ۾ هيءَ راند شوق سان کيڏي ويندي آهي. خاص ڪري ڪراچي شهر جي لياريءَ واري علائقي جا ماڻهو هيءَ راند شوق سان کيڏندا آهن ۽ اتان ڪيترائي ناميارا رانديگر ٻاهرين دنيا جي ملڪن ۾ عالمي مقابلن ۾ وڏا اعزاز ماڻي چڪا آهن.

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) فوٽ بال راند ڪهڙن ڪهڙن ملڪن جي قومي راند آهي؟
( ب ) فوٽ بال راند جي هر هڪ ٽيم ۾ ڪيترا رانديگر هوندا آهن؟
( ج ) هن راند ۾ گول ڪيپر جو ڪم ڪهڙو هوندو آهي؟
( د ) هن راند ۾ ريفري ڪهڙو ڪردار ادا ڪندو آهي؟
( ه ) هن راند ۾ کٽڻ ۽ هارائڻ جي خبر ڪيئن پوندي آهي؟
( و ) پاڪستان جي ڪهڙي شهر جا ماڻهو وڏي تعداد ۾ فوٽ بال کيڏن ٿا؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

اعزاز - پينلٽي - ريفري - انٽرنئشنل - گول ڪيپر

-3 هيٺ ڏنل خال پريو:

* فوٽ بال راند جو بهترين بال .................. ملڪ جي ............. شهر ۾ تيار ٿيندو آهي.
* فوٽ بال جو ميدان ................. وال ڊگهو ................. وال ويڪرو هوندو آهي.
* فوٽ بال راند ۾ فارورڊ جو تعداد ................. هوندو آهي.

-4 هيٺ ڏنل غلط جملا درست ڪري لکو:

- مون قلم پڪي آهي.
- پيون آهن سليٽون ميز تي.
- ٿڌي پاڻي آهن دلي ۾.

-5 هيٺ ڏنل زمان حال جي جملن کي زمان ماضيءَ ۾ بدلايو:

زمان حال

(الف) اڄ منهنجي سالگرھ آهي.
( ب ) سيئي مهمان تحفا ڏين ٿا.
( ج ) آءٌ ڪيڪ ڪٽيان ٿو.
( د ) سيئي مهمان تاڙيون وڄائين ٿا.

-5 ڪنهن به ڏنل راند جو احوال لکي ٻڌايو.

## سبق ستاويهون

### سکيا جي حاصلات

- سنڌ جي لوڪ ڪهاڻيءَ بابت ڄاڻڻ.
- لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- بيت مڪمل ڪرڻ.
- پهاڪن ۽ چوڻين کي سمجهڻ.
- ڪهاڻي لکڻ.

# نورِي ڄام تماچي

سنڌ جي سما خاندان جي راڄ ۾، ڄام تماچي نالي هڪ ناميارو حڪمران ٿي گذريو آهي. انهيءَ زماني ۾، ٺٽي ضلعي جي مشهور ڍنڍ 'ڪينجهر' تي گندرا قبيلي جا مهاڻا رهندا هئا. انهن مهاڻن ۾ هڪڙي حسين نينگريءَ جنم ورتو، جنهن جو نالو 'نوري' هو. نوريءَ جي حُسن جي هاڪَ هنڌين ماڳين هُلِي وئي. جيڪو بہ ڪيس هيڪر ڏسندو هو، سو مٿس موهت ٿي پوندو هو. جيتوڻيڪ مسڪينيءَ سبب ڪيس ميرا، ڦاٽل ۽ سادڙا ڪپڙا پهريل هوندا هئا، پر پنهنجي سونهن، صبر ۽ سادي سڀاءَ جي ڪري هوءَ ڏاڍي سُلڇڻي ۽ من موهيندڙ لڳندي هئي.

هڪڙي ڏينهن سنڌ جي حاڪم ڄام تماچيءَ ڪينجهر جو سير پئي ڪيو. جڏهن هن جي نوريءَ تي نگاهہ پيئي تہ سندس جمال جي جلوي ۽ سُونهن جي شعاع ڪيس موهي وڌو. هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪيو تہ هُو، هن نينگريءَ سان ضرور شادي ڪندو. اڳتي هلي هن نوريءَ جي پيءُ کان، هن سوپياوان نينگرِ جو سڱ گُهريو. نوريءَ جي پيءُ ۽ ماءُ، سنڌ جي حاڪم ڄام تماچيءَ جي آڇ کي نهايت ئي خوشيءَ سان قبول ڪيو ۽ نوريءَ جو نڪاح ڄام تماچيءَ سان ٿيو.

هاڻي نوري، سمي بادشاهہ جي محل ۾، ٻين راڻين سان گڏ رهڻ لڳي. هڪڙي

ڏينهن ڄام تماچيءَ، پنهنجين راڻين جو امتحان وٺڻ ٿي چاهيو. هن پنهنجين راڻين کي چيو ته: ”اوهان مان جيڪا به راڻي سڀ کان وڌيڪ سهڻا ڪپڙا پائي، هار سينگار ڪري منهنجي سامهون ايندي، ان کي آءٌ پنهنجي ’پٽ راڻي‘ بڻائيندس، ۽ ان سان گڏ ٻيڙيءَ تي ڪينجهر جو سَير به ڪندس.“

پوءِ سڀڪا راڻي، پاڻ کي دل ئي دل ۾ ’پَٽ راڻي‘ محسوس ڪندي، تيل ڦليل ۽ هار سينگار ڪرڻ کي لڳي وئي. سڀئي راڻيون سهڻا ۽ رنگ برنگي ويس وڳا ڪٽي پهريا ۽ سونا ۽ روپا زيور پائي، آرسين آڏو پاڻ کي ڏسڻ لڳيون ته بادشاهه کي وڻنديونسين يا نه. پر نوري نماڻيءَ ڪوبه هار سينگار نه ڪيو. هن اُهي ئي ڪپڙا ڪٽي پهريا، جن ۾ ڄام تماچيءَ کيس پهريون ڀيرو ڏٺو هو ۽ مٿس موهجي پيو هو.

جڏهن ڄام تماچي محل ۾ آيو ته هن سڀني راڻين ڏانهن ڏسي نوريءَ کان پڇيو ته تو ٻين راڻين وانگر هار سينگار ڇو نه ڪيو آهي؟ نوريءَ عرض ڪيو ته: سائين! ”آءٌ غريب مهاڻي آهيان. هار سينگار ۽ تيل ڦُليل ڪري مون پنهنجي وَرَ کي متاثر ڪرڻ نه ٿي چاهيو، ان ڪري مون اڄ اُهي ئي سادا سودا ڪپڙا پاتا آهن، جن ۾ اوهان پهريون ڀيرو مون کي ڏٺو هو. اُن ڪري مون پاڻ کي سادو ئي رهڻ ڏنو، ڇو ته آءٌ نٽ نانگر ۽ ناهه نوهه ڄاڻان ئي ڪانه.“

ڄام تماچيءَ، نوريءَ جي هن سادگي، نماڻائي، ڏاهپ ۽ حياءُ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سمورين راڻين جي آڏو اعلان ڪيائين ته ”آءٌ نوريءَ کي پنهنجي ’پَٽ راڻي‘ بنايان ٿو، جيڪا هار سينگار کان وڌيڪ پنهنجي حياءَ ۽ سيرت ۾ سرس آهي.“

اُن ڇوڻ کان پوءِ سردار ڄام تماچي، نوريءَ کي ساڻ ڪري، ڪينجهر طرف ويو ۽ کيس خاص ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي، سڄو ڏينهن ڪينجهر ۾ شڪار ڪندو رهيو. شاهه لطيف، پنهنجي رسالي جي ”سُر ڪاموڏ“ ۾ ان واقعي کي خوب ڳايو آهي. مثال طور پاڻ هڪ بيت ۾ اُن واقعي جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس:

مئي هٿ ۾ مَڪِڙي، ڄامَ هٿ ۾ ڄارُ،
سارو ڏينهن شڪارُ، ڪينجهر تي ڪالهه هو!

يعني: مَئي (مهاڻي) جي هٿ ۾ مڪڙي (ٻيڙي) هئي ۽ هوءَ اُن کي هلائي رهي هئي، جڏهن ته ڄام تماچيءَ جي هٿ ۾ مڇي ڦاسائڻ وارو ڄارُ هو ۽ ٻيئي سڄو ڏينهن ڪينجهر ۾ شڪار ڪندا رهيا.

بادشاهه کي نوريءَ جي نياز ۽ نوڙت ايترو ته متاثر ڪيو هو، جو هن نوريءَ جي مائٽن تان سمورو محصول معاف ڪري ڇڏيو ۽ کين ڪينجهر ڍنڍ جي ڪمائيءَ جو مالڪ بڻائي ڇڏيو.

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) نوري ڪير هئي ۽ ڪٿي رهندي هئي؟
( ب ) ڄام تماچي ڪير هو؟
( ج ) ڄام تماچيءَ راڻين جو امتحان ڪيئن ورتو؟
( د ) شاهه لطيف ڪينجهر، بادشاهه ۽ نوريءَ بابت ڪهڙو بيت چيو آهي؟

2- **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

موهت - نماڻائي - پَٽ راڻي - هاڪ - جمال

3- **هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

(الف) .................... جي حُسن جي هاڪَ .................... هُلِي وئي.
( ب ) هڪڙي ڏينهن سنڌ جي حاڪم ڪينجهر جو ........................ پئي ڪيو.
( ج ) شاهه لطيف، پنهنجي رسالي جي .................... ۾ ان واقعي کي خوب ڳايو آهي.
( د ) ڄام تماچيءَ جي هٿ ۾ مڇي ڦاسائڻ وارو .................... هو.

4- **بيت مڪمل ڪريو:**

* ........................................، ڄام هٿ ۾ ڄار،
سارو ڏينهن شڪار، ....................................

5- **ڪن ٽورن ۾ مناسب لفظن ۾ ڪو عقل وارو نُڪتو يا ڪا حقيقت بيان ڪيل هجي ته ان کي پهاڪو يا چوڻي چئبو آهي.**

جيئن: ”بندي جي مَن ۾ هڪڙي، صاحب جي مَن ۾ ٻي“. اوهان اهڙا ڪي ٻه ٽي ٻيا پهاڪا ٻڌايو.

6- **اوهان کي ٻي ڪا لوڪ ڪهاڻي ياد هجي ته ٻڌايو.**

## سبق اٺاويهون

# اتحاد

### سکيا جي حاصلات

- نظم جو مفهوم سمجهڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- هم آواز لفظ لکڻ.
- ’مسدس‘ نظم بابت ڄاڻڻ.
- نظم سُر ۾ لئه سان پڙهڻ.
- شعر ٻڌائڻ.

جو ٻئي جي چڱائي ڀلائي گهري ٿو،
ڀلو خير خلق خدائي گهري ٿو.
چڱو ٻين جي پڻ چڱائي گهري ٿو،
ڀلائي صفائي سدائي گهري ٿو.
رکي جو سڀن سان هو صاحب سلامت،
نه زحمت ڏسي ڪا مصيبت نه آفت.

ڪنهن دين مذهب جو ڪو شخص آهي،
اوهان کي سندس دين سان غرض ڇاهي.
نه ڏيندا اوهين هن کي نيڪي ورهائي،
نه پوندو سنديس قبر ۾ يار ڪاهي.
قتل ڇو وتو پاڻ ۾ هِن جهان ۾،
مِلو ڇو نٿا پاڻ ۾ هِن جهان ۾.

اڙي ڀائرو! هوش ۾ ڌيان ڌاريو،
جي پرڪار ڪارا لڳا اُن وساريو،
ذرا ملڪ جي فائدن ڏي نهاريو،
ڪڏي غير دل مان ملي مُٺ گذاريو.
سُکي ٿي پوي ڏيهه ۾ خلق ساري،
وڃي ڏرت نڪري لهي بيقراري.

- مولوي الهه بخش ’ابوجهو‘

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هيءَ نظم ڇا بابت آهي؟
(ب) هن نظم ۾ شاعر ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟
(ج) اوهان کي هن نظم جو ڪهڙو بند پسند آهي ۽ ڇو؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

آفت - زحمت - ڏرت - بيقراري

3- هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لفظ نظم مان ڳولي لکو:

جيئن: وساريو نهاريو

1- چڱائي ........................ 2- ڪاهي ........................
3- سلامت ...................... 4- گذاريو ......................

4- هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:

* ڪنهن دين مذهب جو ڪو ..............................،
........................ سندس دين سان غرض چاهي.
نہ ڏيندا اوهين هن کي ....................................،
.................................................. يار قبر ڪاهي.
قتل ڇو وتو پاڻ ۾ .........................................،
........................................... پاڻ ۾ هِن جهان ۾.

5- اوهان اتحاد بابت ڪي قول ٻڌايو.

ياد رکو تہ: ڇهن سٽن واري بند کي 'مُسدس' چئبو آهي.

مولوي الهہ بخش 'ابوجهو'، سنڌي ٻوليءَ جي 'مسدس' صنف جو هڪ مشهور شاعر ۽ سماج سُڌارڪ ٿي گذريو آهي. هن جو جنم 1848ع ۾ ٿيو ۽ هن 1901ع ۾ وفات ڪئي.

سبق اوڻيھون



**سکيا جي حاصلات**

- ماحوليات بابت ڄاڻ.
- ماحولياتي گدلاڻ جا نقصان ۽ بچاءَ جا اُپاءَ ڄاڻڻ.
- درخواست لکڻ.

# ماحول جي گدلاڻ

'ماحول'، عربي زبان جو لفظ آهي جنھن جو مطلب آهي، 'وايو منڊل'.اسان جي آسپاس موجود سموريون شيون ھڪ 'ماحول' جوڙين ٿيون. ھڪ ننڍڙي ٻار جو ماحول، سندس گھر ھوندو آهي، جنھن ۾ ھن جا والدين ۽ گھر ۾ موجود سموريون جاندار ۽ بي جان شيون اچي وڃن ٿيون. ٻار جڏھن وڏو ٿيندو آهي تہ سندس ماحول ۾ واڌارو اچي ويندو آهي ۽ سندس ماحول گھر کان نڪري، گھٽيءَ، پاڙو ۽ ڳوٺ بنجي ويندو آهي. جيئن جيئن ھو وڏو ٿيندو ويندو آهي تہ سندس ماحول ۾ گھٽيون، مسجد، اسڪول، ٻنيون، وڻ، چوپايو مال ۽ ڳوٺ ۾ رھندڙ سڀ ماڻھو شامل ٿي ويندا آھن. اھڙيءَ طرح شھري ٻار لاءِ گھر، بازار، وارڊ، مسجد، اسڪول، اسپتال، دڪان، گاڏيون، موٽرون، راندين جا ميدان ۽ شھر وغيره سندس ماحول جو حصو بنجي ويندا آھن.

ھتي اسان، طبعي ماحول جو ذڪر ڪيو آهي. ان ڪان سواءِ قدرتي ماحول بہ ٿيندو آهي، جيڪو قدرت طرفان ھر ھنڌ موجود ھوندو آهي، مثال طور: ھوا، پاڻي، ڪِڪر، زمين، ٻنيون، ٻيلا، جھنگ، جبل، ڍنڍون، ڍورا، واھ، درياھ، ميدان وغيره.

ماحول جي گدلاڻ مان مراد، ماحول جي ھوا، پاڻي ۽ زمين ۾ اھڙي اڻ وڻندڙ تبديلي آهي، جنھن مان انسان ۽ حيوان جي زندگي ۽ رھائش وارين حالتن تي خراب اثر

پون. جڏهن مختلف عَنصر، پنهنجي ماحول ۾، اهڙي اڻ وڻندڙ تبديلي آڻيندا آهن ته ان کي 'ماحول جي گدلاڻ' چوندا آهن.

ڪيتريون ئي شيون اسان جي ماحول کي گدلو ڪن ٿيون، جن جا ذميوار اسين پاڻ ئي آهيون، مثال طور: گند ڪچرو، ڪارخانن مان نڪرندڙ گندا مادا، موٽر گاڏين، ڪارخانن، سِرن جي ڀَٺن مان نڪرندڙ دونهون ۽ زهريلي گئس، ڪيميائي ڀاڻن جا اثر، اهڙيون شيون آهن، جيڪي اسان جي ماحول کي هر وقت گندو ڪنديون رهن ٿيون. جيئن:

1- **فضائي گدلاڻ:** ڪارخانن جو دونهون، گاڏين جو تيل، جهازن جي ٻارڻ مان نڪرندڙ گئس، هوا سان ملي فضا ۾ گدلاڻ پکيڙيندي آهي. اها گئس سلفر ڊاءِ آڪسائيڊ، نائٽروجن، ڪاربان مونو آڪسائيڊ، هائڊرو ڪاربان، ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ فضا ۾ شامل ٿي، ماحول کي گندو ڪن ٿيون، جنهن کي 'فضائي گدلاڻ' سڏجي ٿو.

ان سان گڏ گوڙ، شور ۽ فضا جي گدلاڻ جي ڪري، زهريليون گئسون اسان جي جسم ۾ داخل ٿي، اکين، نڪ، ڳلي، ڪن، چمڙيءَ ۽ ڦڦڙن جي ڪيترين ئي بيمارين جو ڪارڻ بڻجن ٿيون. الرجي، نمونيا، دل ۽ دماغ جون بيماريون ۽ ڪينسر وغيره به ان مان ٿئي ٿو.

2- **پاڻيءَ جي گدلاڻ:** صاف پاڻي، الله تعاليٰ جي هڪ نعمت آهي. گندي پاڻيءَ مان ڪيتريون ئي بيماريون ڦهلجن ٿيون. اسان جي ملڪ ۾ ڪيترائي اهڙا هنڌ آهن، جتي مينهن جو پاڻي ڪُڏن، ترائين ۽ تلائن ۾ گڏ ٿي ڪري سڄو سال ڪم آڻبو آهي. انهن تلائن ۽ ترائين مان ماڻهو پاڻي ڀريندا آهن ۽ جانور به پاڻي پيئندا آهن. اهڙو پاڻي گندو ٿي ڪيترين ئي بيمارين جو ڪارڻ بڻجندو آهي. پيٽ جي سور، مروڙ ۽ پيچش، پيٽ جي ڪينئن جون بيماريون، مدي جو بخار (ٽائيفائيڊ) وغيره ان جو ڪارڻ آهي.

وڏن شهرن ۾ گٽرن جي پاڻيءَ جي نيڪال جي ناقص نظام هئڻ ڪري هرهنڌ پاڻي بيٺو هوندو آهي، گٽرن جو پاڻي، اڪثر واهن ۽ درياهن يا سمنڊ ۾ وڃي ويندو آهي، جنهن ڪري پاڻيءَ جي قدرتي ذريعن مان حاصل ٿيندڙ پاڻي گندو ٿي ويندو آهي، جيڪو ماڻهن توڙي پاڻيءَ جي جانورن ۽ آبي جيوت لاءِ نقصانڪار هوندو آهي.

ٻوٽن ۽ فصلن تي جيت مار زهريليون دوائون ڇڻڪايون وينديون آهن، جيڪي مينهن وغيره ذريعي ندين، نالن ۾ پهچي وينديون آهن. ان کان سواءِ فضائي گدلاڻ پڻ مينهن جي پاڻيءَ ۾ ملي ويندي آهي، جيڪا اڳتي هلي آبي ذخيرن کي گندو ڪندي رهندي آهي.

3- **زميني گدلاڻ:** گهرن جو گند ڪچرو ۽ ٻي گندگي پڻ اسان جي گهرن جي ماحول کي گندو ڪري ٿي. گند ڪچرو، ڪيترن ڌاتن، پلاسٽڪ جي شين، ڪاغذن ۽ ڪيترن ئي ڪيميائي مادن جو مجموعو هوندو آهي، جيڪو زميني گدلاڻ جو وڏو ذريعو آهي.

4- **تابڪاري شعاعن جي گدلاڻ:** موجوده دور جي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ ائٽمي سگهه جو استعمال عام جام آهي. ڪيترين ئي بيمارين جو علاج آئسوٽوپس سان ڪيو ويندو آهي. بيمارين جي سڃاڻپ ايڪسري ۽ گاما ريز سان ٿيندي آهي. انهن عملن دوران خطرناڪ تابڪاري مادا خارج ٿيندا آهن، جيڪي ڪيترين ئي بيمارين جو ڪارڻ بڻجن ٿا. اهڙيءَ طرح ڪارخانن مان نڪرندڙ گئس جي ڪري اسان جي فضا جي اوزون جي تهه ۾ سوراخ ٿيڻ ڪري ڪيترا ئي تابڪاري شعاع اسان تائين پهچن ٿا. جن جي ڪري ڪينسر ۽ ٻيون بيماريون ٿين ٿيون.

5- **گوڙ ۽ شور جي گدلاڻ:** اسان جي صحت تي گوڙ ۽ شور جا ٻه ڪيترا ئي نقصانڪار اثر پون ٿا، ان کي "آواز جي گدلاڻ" سڏجي ٿو. رهائشي علائقن ۾ ڪارخانن جو قيام، هوائي اڏا، ريلوي اسٽيشنون ۽ بسن جا اسٽاپ، رهائشي علائقن کي متاثر ڪن ٿا. اسان جا ڪن گهڻو گوڙ برداشت نه ٿا ڪري سگهن. گهڻي گوڙ، جي ڪري ٻڌڻ جي سگهه ضايع ٿيڻ جو خطرو هوندو آهي. گهڻو گوڙ انساني عضون ۽ سنڌن ۾ چڪ پيدا ڪري ٿو، جنهنڪري مٿي ۾ سور ۽ ٿڪاوٽ جو احساس ٿئي ٿو.

ماحول جي گدلاڻ کان بچڻ لاءِ اسان کي اڪيلي سر، توڙي گڏيل طور اُپاءَ وٺڻ گهرجن. جيڪڏهن اسان مان هر ماڻهو پنهنجي آسپاس جي ماحول کي صاف رکي ته سڄو سماج صاف سٿرو ٿي پوندو.

## ماحول جي بهتريءَ لاءِ انفرادي طرح هيٺيان اُپاءَ وٺڻ گهرجن:

* پنهنجي گهر، پاڙي، اسڪول ۽ آفيس وغيره کي صاف سٿرو رکجي.
* هرهنڌ گند اڇلائڻ بدران اهو هڪ هنڌ رکيو وڃي، بلڪ ٿيلهين ۾ بند ڪري مناسب هنڌن تي زمين کوٽي پوري ڇڏجي.
* گند ڪچرو نالين ۽ گٽرن ۾ نه اڇلائجي.
* تماڪ ڇڪڻ کان پرهيز ڪجي.
* موٽر گاڏين مان خارج ٿيندڙ واڌو دونهين کي روڪجي.

### اجتماعي طرح هيٺيان اُپاءَ ورتڻ گهرجن:

* اخبارن، ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي سموري قسم جي گدلاڻ خلاف مهم هلائجي.
* ڪارخانن مان نڪرندڙ زهريلن مادن ۽ گئسن کي خاص طريقي سان بيهر فائديمند بنائجي.
* دونهون ڪڍندڙ گاڏين تي ضابطو آڻجي.
* ڪني پاڻيءَ جي نيڪال ۽ گند ڪچري جي اچلائڻ جو مناسب بندوبست ڪجي.
* آباديءَ لاءِ صاف پاڻيءَ جو بندوبست ڪجي.
* پاڙي ۽ ڳوٺ ۾ وڻڪار وڌائي، راندين جا ميدان ناهجن.

ماحول جي گدلاڻ جي بچاءَ ۽ ماحول کي صاف سٿري رکڻ لاءِ ڪيترين ئي ڏيهي ۽ پرڏيهي تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن.

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ماحول جا ڪي چئجي ٿو؟
( ب ) ماحول جي گدلاڻ مان مراد ڇا آهي؟
( ج ) ماحولياتي گدلاڻ جي مختلف قسمن جا نالا لکو؟
( د ) فضائي گدلاڻ ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون گئسون شامل آهن؟
( ه ) گندي پاڻيءَ مان ڦهلجندڙ بيمارين جا نالا لکو؟
( و ) تابڪاري شعاع ڪهڙين شين مان پيدا ٿيندا آهن؟
( ز ) گوڙ جا انساني صحت تي ڪهڙا اثر پون ٿا؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

ماحول - ڪشادگي - پرهيز - گدلاڻ - مُهم - انفرادي

-3 علائقي جي ڪائونسلر کي پنهنجي پاڙي ۾ رستن جي صفائيءَ ۽ گندي پاڻيءَ جي نيڪاليءَ لاءِ مناسب انتظام ڪرڻ لاءِ درخواست لکو.

سبق ٽيهون

# رني ڪوٽ

**سکيا جي حاصلات**

- تاريخي ماڳن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- رني ڪوٽ جي تاريخي اهميت سمجهڻ.
- تاريخي ماڳ جو سير ڪرڻ ۽ ان بابت مضمون لکڻ.

سنڌ ۾ ڦٽل شهرن، دڙن، ڪنڊرن، قديم قلعن ۽ ڪوٽن ڪي ڏسڻ سان معلوم ٿو ٿئي، ته هيءُ علائقو قديم زماني ۾ وسيل، سرسبز ۽ آباد هوندو هو. هتي بهترين ڪاريگر، فني ڄاڻو ۽ عمارت سازيءَ جا وڏا ماهر رهندا هئا. ان حقيقت جي ڄاڻ، هڪ طرف موهن جي دڙي مان پوي ٿي، ته ٻئي طرف وري دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو 'رني ڪوٽ' اها ساک پري ٿو. 'رني' برساتي نئن جو نالو آهي، جنهن تان هن قلعي جو نالو 'رني ڪوٽ' رکيو ويو. اها برساتي نهر گهٽو اچي، قلعي جي آرپار وهندي هئي، جنهن جا ڦٽل نشان اڄا تائين موجود آهن. اڄ بہ سخت برساتن ۾ هيءَ نئن تيزيءَ سان وهي سن شهر وٽان سنڌو درياهہ ۾ پوندي آهي.

هيءُ قلعو ضلعي ڄام شوري جي سن شهر کان الهندي طرف اوڻٽيهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، کيرٿر جبل جي مٿانهين چوٽين تي اڏيل آهي. نقشي ۾ ان جو نالو

’مينهن جو ڪوٽ‘ ۽ ’رنيڪا ڪوٽ‘ لکيل آهي، پر عام ماڻهو ان کي ’رني ڪوٽ‘ ڪري سڏيندا آهن. هن ڪوٽ جو پري کان نظارو، ڏاڍو ڪشش ڪندڙ آهي. هن جون ديوارون، ٽڪرين جي لاهين چاڙهين تان نانگ وارا ور ڪائينديون، اٽڪل ٻارهن چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ کي وڪوڙي بيٺيون آهن. ’رني ڪوٽ‘ دنيا جي وڏن قلعن مان هڪ آهي. هن قلعي جي پٿين ۽ بُرجن جي اڏاوت اهڙي نموني تي ٿيل آهي، جو پري کان چين جي عظيم ديوار وانگر نظر پيو اچي.

رني ڪوٽ جون ديوارون، سرن ۽ پٿرن جون تعمير ٿيل آهن. انهن جي اوچائي اٽڪل ڏهه ميٽر آهي. ديوارون چوٽيءَ وٽ ٻه ميٽر ٿلهيون آهن، پر بُرجن وٽ ڏيڍ ميٽر ٿولهه اٿن. پٿين ۾، دشمن تي وار ڪرڻ لاءِ وڏيءَ هوشياريءَ سان سوراخ نهيل آهن. قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چار دروازا آهن، جن مان ايرندي طرف واري دروازي کي ’سن دروازو‘، اتر اوڀر طرف واري در کي ’آمري دروازو‘ يا ’ٻڌيه موري‘ ڏکڻ طرف واري دروازي کي ’شاهه پر دروازو‘ ۽ الهندي طرف واري دروازي کي ’موهن دروازو‘ سڏيندا آهن. ’مهين جو دروازو‘، سڀ کان مٿانهين هنڌ تي اولهه طرف آهي ۽ ’سن دروازو‘ سڀ کان هيٺاهين هنڌ اوڀر پاسي آهي.

وڏي ڪوٽ جي اندر، ٻيا ٻه ننڍا ڪوٽ اڏيل آهن، جن مان هڪ جو نالو ’ميري ڪوٽ‘ ۽ ٻيو ’شير ڳڙهه‘ جي نالي سان سڏجي ٿو. پهرئين ڪوٽ ۾ ڪجهه ڊنل جاين جا ڪي نشان نظر اچن ٿا، باقي ٻئي مٿاهين ڪوٽ ۾ ڪنهن به اڏاوت جا آثار نظر نه ٿا اچن. ’ميري ڪوٽ‘ سن دروازي کان اٽڪل پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. ’شير ڳڙهه‘ وارو قلعو، سمنڊ جي ليول کان پنج سؤ ميٽرن جي مٿانهينءَ تي اڏيل آهي. هنن ڪوٽن کان ٿورو پريرو گنبذ واري هڪ جاءِ نهيل آهي. ان جي پاسي ۾ هڪ قبرستان ۽ ڪجهه ڊنل جايون نظر اچن ٿيون، جن مان هن قلعي اندر ڪنهن زماني ۾ رهندڙ، انساني بستيءَ جا اهڃاڻ ملن ٿا. ڪوٽ اندر والاريل زمين ۾، هڪ پراڻي نهر جا آثار نظر اچن ٿا. نهر جي ٻنهي پاسن کان برج نهيل آهن ۽ نهر جي پيٽ ۾ ٿنيا ڪتل آهن، جيڪي ڪنهن قديم پُل جا نشان آهن. هن قلعي جي اندر وهندڙ هڪ قدرتي ننڍڙيءَ نهر تي، ٿوري پوک ٿئي ٿي. اها نهر ٿورو پنڌ وهي، وري جبل ۾ گم ٿي وڃي ٿي. ان ڪري هاڻي ٻن چئن جهوپڙين جي وسنديءَ کان سواءِ، قلعي اندر سموري ايراضي ويران پيئي آهي. پهاڙن ۾ رڳو قلعي جون پٿيون ئي آهن، جيڪي اوچا ڳاٽ ڪري، پنهنجي عظمت ڏيکاري رهيون آهن.

جنگي فن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته دفاعي لحاظ کان هن قلعي کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ ان جي تعمير، سنڌ جي پراڻيءَ تاريخ جو هڪ عظيم ڪارنامو معلوم ٿئي ٿو.

رني ڪوٽ جي مرمت ۽ پوري سنڀال نہ هئڻ ڪري، قلعي جون ديوارون وڃن ٽيون ڦرون ٿينديون. ٿي سگهي ٿو تہ وقت گذرڻ تي، هيءُ عاليشان تاريخي يادگار، برباد ٿي وڃي. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ هن قيمتي ورثي جي حفاظت لاءِ ڪي مناسب اُپاءَ ورتا وڃن.

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) رني ڪوٽ ڪٿي آهي؟
( ب ) رني ڪوٽ قلعي جي مکيہ دروازن جا نالا ٻڌايو؟
( ج ) رني ڪوٽ جي اندر ٻي ڪهڙي اڏاوت ٺيل آهي؟
( د ) هن ڪوٽ جي تعمير کي عظيم ڪارنامو ڇو ٿو سڏيو وڃي؟
( هہ ) هتي انساني آبادي ڇو نہ ٿي سگهي؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

اَڏيل - ڪندر - آثار - اهڃاڻ - عظمت - زبون - عاليشان

-3 هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) هيءُ قلعو ضلعي ڄامشوري جي شهر سن کان .................. جي الهندي طرف اوڀٽيهہ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي.
( ب ) سڄي دنيا ۾ ............................ جيڏو ٻيو ڪوبہ وڏو قلعو ڪونہ آهي.
( ج ) وڏي ڪوٽ جي اندر، ٻيا بہ ننڍا ڪوٽ .................... آهن.
( د ) دفاعي لحاظ کان هن قلعي کي وڏي ..................... حاصل آهي.

- سوال جي نشاني (؟) - اهڙا جملا جن مان سوال پڇڻ جو مطلب نڪري، اهڙن جملن جي پڇاڙيءَ تي (؟) نشاني ڏبي آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي رني ڪوٽ جو سير ڪرائي ۽ ان بابت مختصر مضمون لکرائي.

## سبق ايڪٽيهون

# پاڪستان جي تحريڪ ۾ عورتن جو حصو

### سکيا جي حاصلات

- آزاديءَ جي تحريڪ جي ڄاڻ رکڻ.
- آزاديءَ جي تحريڪ جو پسمنظر ڄاڻڻ.
- آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ عورتن بابت آگاهي حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- اصطلاحن جو استعمال ڪرڻ.
- جملا درست ڪرڻ.
- بحث مباحثو ڪرڻ.

تاريخ شاهد آهي تہ جنهن قوم جي عورتن ملڪي معاملن ۽ مسئلن ۾ مردن سان گڏجي ڪم ڪيو آهي، انهيءَ قوم آزاديءَ سان زندگي گذاري آهي. قائداعظم محمد علي جناحؒ، جڏهن مسلم ليگ جو صدر ٿيو تہ هن محسوس ڪيو تہ تحريڪ پاڪستان جي لاءِ ڪم ڪرڻ وارين عورتن جو تعداد گھٽو گھٽ آهي، انهيءَ ڪري قائداعظمؒ 1937ع ۾، آل انڊيا مسلم ليگ جي لکنئو واري اجلاس ۾ تقرير ڪندي فرمايو تہ:

”اُهِ هر مرد، عورت ۽ ٻار ڪي تلقين ڪريان ٿو تہ اُهي سڀ مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ اچي پاڻ ڪي منظم ڪن ۽ پنهنجن صفن ۾ اتحاد پيدا ڪن.“

انهيءَ ڳالهہ جو عملي نمونو پيش ڪرڻ لاءِ قائداعظم سياسي معاملن ۾ پنهنجيءَ ڀيڻ محترمہ فاطمہ جناح ڪي هميشہ پاڻ سان گڏ رکيو. محترمہ فاطمہ جناح پاڪستان جي تحريڪ آزادي دوران پنهنجي ڪردار ۽ عمل سان اهو ثابت ڪري ڏيکاريو تہ، جيڪڏهن عورتون بہ پنهنجون قومي ذميواريون پوري ڪرڻ لاءِ ڪم ڪن تہ پوءِ قوم هر قسم جي حالتن ۾ مشڪلاتن جو مقابلو ڪري سگھي ٿي.

پاڪستان جي تحريڪ ۾ مردن سان گڏ عورتن بہ ڀرپور حصو ورتو. جتي مولانا محمد عليءَ ۽ شوڪت عليءَ اڳتي وک وڌائي، اتي سندن مانائتي ماءُ ’بي اَمان‘ بہ ڀرپور حصو ورتو. جتان بہ آزاديءَ لاءِ آواز اٿاريو ٿي ويو تہ اتي مردن سان گڏ عورتون بہ ان جدوجهد ۾ شامل رهيون. بنگال کان وٺي ڪشمير تائين آزاديءَ جا پروانا پتنگن وارو ڀهہ ڪري وڙهندا رهيا.

آل انڊيا ڪانگريس نالي سياسي جماعت، حڪومت برطانيہ کان آزاديءَ جي گھُر ڪئي. اڳتي هلي آل انڊيا مسلم ليگ وجود ۾ آئي. ان جي شروعات 1906ع کان ٿي. اڳتي هلي ان جي واڳ هڪ نوجوان وڪيل محمد علي جناح جي هٿ ۾ آئي. ان جماعت ۾

پيا ۽ ڪيترائي ناليوارا مسلمان اڳواڻ شامل هئا. هن جماعت ۾ مردن سان گڏ عورتن جي ۽ تنظيم سازي ڪئي وئي، جنهن ۾ سنڌ مان بيگم شاهنواز، بيگم تصدق حسين، فاطمه بيگم، بيگم وقارالنساءِ، بنگال مان بيگم اختر سليمان، دهليءَ مان بيگم شائسته اڪرام الله، بيگم اقبال حسن ملڪ، انجمن آرا بيگم، بيگم نورالصباح، بيگم قيصر انور علي، مدراس مان بيگم حافظ، ممبئيءَ مان مس فاطمه جناح ۽ ٻيون شامل ٿيون.

محترمہ فاطمه جناح

بي آمان

بيگم تصدق حسين

بيگم عبدالله هارون

صغرا هدايت الله

عورتن جي سب ڪاميٽيءَ آزاديءَ جي پيغام کي گھر گھر پهچائڻ لاءِ ڳوٺن ۽ شهرن جا دورا ڪري، عورتن کي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو. گڏيل ڪوشش رنگ لاتو ۽ بيگم نصرت عبدالله هارون کي آل انڊيا وومين مسلم ليگ جو صدر نامزد ڪيو ويو، جنهن پوري ملڪ جو دورو ڪري عورتن کي منظم ڪيو.

سن 1943ع دهلي ۾، مسلم ليگ جي ساليانې اجلاس دهليءَ ۾ هڪ قرارداد وسيلي بيگم انور هدايت الله، بيگم نصرت عبدالله هارون ۽ بيگم جي. الانا کي آل انڊيا مسلم ليگ جي عورتن واريءَ سب ڪاميٽيءَ تي ميمبر مقرر ڪيو ويو.

مسلم ليگ جي عورتن واري ڪاميٽيءَ جي ميمبر عورتن، پوري ملڪ جي عورتن کي نه فقط سجاڳيءَ جو سڏ ڏنو، پر نئشنل گارڊ تنظيم جون هزارن جي تعداد ۾ عورتون به ميمبر ٿي مردن سان گڏ آزاديءَ جي جدوجهد ۾ شريڪ رهيون.

ياد رهي ته پنجاب سيڪريٽريٽ تي قومي جهنڊو چاڙهڻ جو ڪارنامو پڻ سنڌ جي بهادر عورت ليڊي صغرا هدايت الله جو ئي آهي. اهڙيءَ ريت مردن سان گڏ عورتن جي ڀرپور سهڪار ۽ عملي جدوجهد جي نتيجي ۾ 14 آگسٽ 1947ع تي، آزاد وطن جي صورت ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. جتي اڄ اسين هڪ آزاد ۽ خودمختيار قوم جي حيثيت سان رهون پيا.

## مشق

-1 **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) پاڪستان جي تحريڪ ۾ عورتن جو ڪردار ڪهڙو آهي؟
( ب ) قائد اعظم محمد جناحؒ 1937ع ۾، آل انڊيا مسلم ليگ جي لکنؤ واري اجلاس ۾ ڇا چيو؟
( ج ) فاطمه جناح آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو؟
( د ) پاڪستان جي تحريڪ ۾ سنڌ جي ڪهڙين عورتن حصو ورتو؟

-2 **هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

مانائتي - جماعت - تحريڪ - پروانا - قرارداد

-2 **هيٺ ڏنل جملا غلط آهن. اوهان انهن کي درست ڪري لکو:**

- تحريڪ ۾ مردن پاڪستان جي سان گڏ عورتن بہ ڀرپور حصو ورتو.
- هن جماعت ۾ مردن سان تنظيم سازي گڏ عورتن جي بہ ڪئي ويئي.
- بيگم نصرت عبدالله هارون جي صدر نامزد ٿي آل انڊيا وومين مسلم ليگ.

-4 **آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ عورتن بابت اٺ جملا لکو.**

- **عجب جي نشاني** (!) - ارمان، عجب، افسوس يا سڏ وغيره وارن لفظن جي پنيان (!) نشاني ڏبي آهي.

**استاد لاءِ هدايت:** شاگردن کان پاڪستان جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ عورتن جي تصويرن جو آلبم ٺهرائي.

سبق ڇٽيهون

## سنڌو درياهُ

### سکيا جي حاصلات

- سنڌو درياهه جي اهميت کان آگاهه ٿيڻ.
- فطرت جي منظرن مان لطف اندوز ٿيڻ.
- لغت جو استعمال ڪرڻ.
- هم آواز لفظ لکڻ.
- بيت جو سِٽون مڪمل ڪرڻ.
- نظم سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.

چوان ڇا سنڌ جو سينگار آهين،
۽ پاڪستان ۾ نروار آهين،
ندين سيني جو تون سردار آهين،
سموريءَ سنڌ جو آڌار آهين.

اچين ٿو هيٺ جبلن تان لَهِي تون،
پهاڙن سان مَٿو پنهنجو گهِي تون،
اچين هت مانسروور کان کهي تون،
ڪٽين ٿو ڪِين ساهي ڪٿ رهي تون،
ڪرين آباد ٿو بَرَ کي وَهي تون.

سدائين ٿو ۾ آهي آبُ جاري،
ٿئي سانوڻ ۾ توکي ٿي بهاري،
سدا اڪسير تُنهنجي آبياري،
تُنهنجي واري بہ آهي سونَ واري،
ڪرين ٿو شاد ۽ خوش خلق ساري.

سدا کيتن کي پاڻي تو پُجائين،
نہ بيهين، پَر وَتين وهندو سدائين،
ڪري آباديون، ياندا پَرائين،
ٿئي سبزي، جتي تون پيرُ پائين،
پلايون، پال، ”احسن“ لڪ پَلائين.

”حافظ“ محمد احسن چنا

## مشق

-1 هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سنڌو درياهہ کي شاعر سنڌ جو سينگار ڇو سڏيو آهي؟
( ب ) شاعر سنڌو درياهہ کي ندين جو سردار ڇو سڏيو آهي؟
( ج ) سنڌوءَ ۾ ڪڏهن بهاري ايندي آهي؟

-2 هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

نروار - آڏار - آب - ڪيت - سبزي - پال

-3 هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لفظ لکو:

- بهار ......................... .............................
- واري ......................... .............................
- پُجائين ......................... .............................

-4 نظم جون سٽون مڪمل ڪريو:

* سدائين تو ۾ آهي ..............................،
............................... توکي ٿي بهاري،
سدا اڪسير .......................................،
................................. آهي سونَ واري،
ڪرين تو شاد ۽ خوش.......................

-5 هيءُ نظم زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس ۾ سُر سان ٻڌايو.

**ياد رکو تہ:** * سانوڻ، مينهن جي مُند کي چئبو آهي، ان کي وسڪاري جي مُند بہ چئبو آهي.
* سنڌو درياهہ تبيٽ (Tibet) ملڪ جي ’سَنگي ڪباب‘ (شينهن جهڙي منهن وٽان نڪرندو آهي.

حافظ محمد ’احسن‘ چنا، سنڌيءَ ٻوليءَ جو مشهور شاعر ۽ صحافي ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو جمع خان هو. پاڻ ڳوٺ ملڪاڻي شريف، ضلعي دادوءَ ۾، 1900ع ۾ جنم ورتو ۽ 1986ع ۾ وفات ڪيائين.

## سبق ٽيٽيهون

# مهاڻو

**سکيا جي حاصلات**

- محنت جي عظمت بابت ڄاڻڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- بيهڪ جي نشانين بابت ڄاڻڻ.
- آتم ڪهاڻي لکڻ.

آءٌ مهاڻو، مڇيءَ هاڻو آهيان. منهنجو ڪم آهي مڇي مارڻ. ماڻهو مون کي مهاڻو، ميربحر، ملاح، ناکئو ۽ نہ ڄاڻان ٻين ڪيترن ئي نالن سان سڏيندا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن ماڻهن جي خيال ۾ اها ڳالهہ وينل هجي تہ آءٌ گهٽ اهميت وارو انسان آهيان، پر حقيقت ۾ ائين نہ آهي. آءٌ هانيءَ ڪانيءَ توڙي بدني بيهڪ ۾، ڪنهن حالت ۾ ٻين کان گهٽ ناهيان. آءٌ سماج جي ڪيترن ئي بيڪار ۽ سُست ماڻهن وانگر، هٿ هٿ تي رکي ڪين ويهندو نہ آهيان، پر ڍنڍن، تلائن، درياهن ۽ سمندن جي پاڻيءَ مان مڇي مارڻ کان سواءِ، درياهن ۽ سمندن ۾ ٻيڙيون هلائي ۽ ٻيڙا هاڪاري ماڻهن کي پاڻيءَ مان پار بہ ڪندو آهيان ۽ سير بہ ڪرائيندو آهيان.

منهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻي بہ عجيب آهي. جڏهن انسان، غارن جي زندگيءَ کي الوداع چئي، روزگار جي تلاش ۾ ندين ۽ پاڻيءَ وارن علائقن جي ڪنارن تي اچي آباد ٿيو، تڏهن ڪيس خشڪيءَ جي جانورن جي گوشت سان گڏ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جانورن جي گوشت کائڻ جي بہ خبر پئي.

پاٽيءَ مان مڇي ۽ ٻيا جانور پڪڙڻ نهايت مشڪل ڪم هو. اهو آءٌ ئي هوس، جنهن پاڻيءَ مان مڇي ۽ ٻين جانورن پڪڙڻ جو ڌنڌو اختيار ڪيو. مون وڻن جي چوڏن ڪي ڪُٽي، انهن مان سنهيون سنهيون نوڙيون ٺاهي، رَڇَ ۽ ڄار تيار ڪيا. ڪاٺ جي تختن کي ٻيڙين جي صورت ۾ آڻي ڏانهن انسانن جو ذهن بہ مون ڇڪايو. اهڙيءَ طرح مون انسان ذات لاءِ مڇي ۽ ٻين پاڻيءَ جي جانورن جو گوشت مهيا ڪيو.

جيئن جيئن انسان ترقي ڪندو ويو، تيئن تيئن اسين بہ پنهنجي ڌنڌي ۾ ترقي ڪندا وياسين. ڪپهہ ۽ ريشم جي تندن جي ايجاد ٿيڻ بعد، اسان بہ سُٽ ۽ ريشمي ڌاڳي مان ڄاريون ۽ رَڇَ تيار ڪيا، جن جي مدد سان جهجهي انداز ۾ مڇي پڪڙڻ لڳاسين. اسان جي ماريل مڇي، هڪ طرف پنهنجي ملڪ لاءِ کاڌي جي ضرورت پوري ڪرڻ لڳي تہ ٻئي طرف مڇيءَ جو ڪجهہ حصو ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلڻ لڳاسين. جڏهن ڪاٺ مان وڏيون ٻيڙيون ۽ ٻيڙا ٺهيا، تڏهن اسان جي ڌنڌي کي وڌيڪ ترقي ملي. انهن وڏين ٻيڙين تي چڙهي، ڍنڍن، درياهن ۽ سمنڊن اندر ڳچ مفاصلي تائين وڃي، وڌيڪ مڇيءَ جو شڪار ڪرڻ لڳاسين، جنهنڪري اسان جي حالت سڌرڻ سان گڏ، ملڪ جي پيداوار کي بہ هٿي آئي.

جڏهن انسانن جي وڌندڙ آباديءَ کي خوراڪ جو مسئلو درپيش آيو، تڏهن حڪومت کي بہ احساس ٿيو تہ اسين مهاڻا، ڪيتري قدر نہ ڪارائتا آهيون. اهوئي سبب آهي، جو هاڻي حڪومت اسان جي ڌنڌي کي ٻين معزز پيشن جهڙو درجو ڏنو آهي. اسان جي حالت سڌارڻ خاطر اسان لاءِ نيون وسنديون اڏايون ويون آهن. لانچون، وڏا ٽريلر ۽ مڇيءَ مارڻ جا دُخاني ٻيڙا اسان کي مهيا ڪري ڏنا ويا آهن. رَڇن ۽ ڄارين ٺاهڻ لاءِ پلاسٽڪ موجود ڪري ڏني ويئي آهي. اهڙيءَ طرح اسان جي مالي ۽ اخلاقي مدد ڪري، اسان کي اهڙي جوکائتي ڌنڌي جو صحيح اجورو ڏنو ويو آهي.

مون کي پنهنجي پورهئي تي فخر آهي، آءٌ سمنڊن، درياهن، تلائن ۽ ڍنڍن جي پاڻيءَ سان ويڙهہ ڪري، پنهنجي ملڪ جي ماڻهن کي خوراڪ پهچايان ٿو، جا هڪ وڏي انساني خدمت آهي.

## مشق

1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مهاڻي جو ڪهڙو ڌنڌو آهي؟
( ب ) مڇي مارڻ جا طريقا ڪهڙا آهن؟
( ج ) حڪومت مڇي مارڻ جي ڌنڌي کي زور وٺائڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ ورتا آهن؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

الوداع - دخاني - هاڪاري - درپيش - جوکائتي

3- ’سست‘ لفظ جو ضد ’چست‘ آهي. توهان هيٺين لفظن جا ضد ٻُڌايو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| آباد | | سوڙهي | |
| گرمي | | اندر | |
| انسان | | وسندي | |

4- مهاڻي لاءِ ڪهڙا لفظ ڪم ايندا آهن؟

5- هيٺ ڏنل جملي ۾ بيهڪ جون نشانيون ( . ، ! ) ڏيو:

منهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻي به عجيب آهي جڏهن انسان غارن جي زندگيءَ کي الوداع چئي روزگار جي تلاش ۾ ندين ۽ پاڻيءَ وارن علائقن جي ڪنارن تي اچي آباد ٿيو تڏهن کيس خشڪيءَ جي جانورن جي گوشت سان گڏ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جانورن جي گوشت کائڻ جي به خبر پئي

6- اوهان ڪنهن به هنرمند جي آتم ڪهاڻي لکو ۽ ٻڌايو.

سبق چوٿيھون

# قومي ٻڌي ۽ ثقافت

**سکيا جي حاصلات**

- پاڪستان ۽ اُن جي صوبن جي ڄاڻ رکڻ.
- پاڪستان جي مختلف صوبن جي ثقافت کان آگاھ ٿيڻ.
- لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- خالي جڳھيون پرڻ.

پاڪستان، ڌار ڌار ثقافتن جو ھڪ گلدستو آھي جنھن ۾ سنڌي، پنجابي، پناڻ ۽ بلوچ گڏجي امن، ايڪي ۽ ڀائيچاري سان رھن ٿا. ھر صوبي جي ماڻھن جون ٻوليون، رھڻي ڪھڻي، پوشاڪ توڙي گذران جا وسيلا ڌار ڌار آھن. ملڪي ماڻھن جي سڃاڻپ، پھرين پاڪستاني پوءِ پنھنجي پنھنجي خطي ۽ ٻولي جي نالي سان ڪئي وڃي ٿي. چئن صوبن کان علاوه، ڪي قبائلي علائقا ۽ گلگت-بلتستان نالي علائقو پاڪستان ۾ شامل آھي جتي جي رھاڪن کي پنھنجي پنھنجي الڳ سڃاڻپ آھي. ان کان سواءِ اسان جي ملڪ ۾ وڏي تعداد ۾ اردو ڳالھائيندڙ آبادي پڻ رھي ٿي.

ھن ملڪ جا سمورا فرد ھڪ ٻئي جا ھمدرد ۽ ھڏ ڏوکي ٻڌجي، ملڪ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ھر وقت ڪوشان رھن ٿا. ڪنھن بہ وقت ملڪ تي آيل آسماني آفت يا خطري کي منھن ڏيڻ لاءِ اھي سڀ ماڻھو ھڪ ٿي ويندا آھن.

**سنڌ** : سنڌ صوفين ۽ بزرگن جي ڌرتي آھي، ھتي جا ماڻھو مھمان نواز ۽ امن پسند آھن. ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر سنڌ جا وڏا شھر آھن. ھن ڌرتيءَ کي پنھنجي ٻولي، پنھنجي رھڻي ڪھڻي، شادي غميءَ جون پنھنجون رسمون، موسيقي، لوڪ ادب توڙي پوشاڪ ٻين صوبن کان نرالي آھي. عام طرح مرد شلوار، قميص ۽ مٿي تي ٽوپي پائين يا پٽڪو ٻڌن ۽ ڪلھن تي اجرڪ اوڍين. عورتون گھيردار شلوار، چولو ۽ مٿي تي وڏي پوتي پائين.

ھي صوبو بنيادي طور زرعي صوبو آھي. ھتي جي ماڻھن جو مکيہ ڌنڌو زراعت آھي. ڪجھہ ماڻھو ڪارخانن ۾ ڪم ڪن تہ ڪي وري ملازمتون بہ ڪن، جن ۾ مرد ۽ عورتون شامل آھن. ھي صوبو معدنيات سان بہ مالامال آھي. ڪوئلو، گئس، پيٽرول ۽ گرينائيٽ ھتي جي مکيہ معدنيات آھي. جنڊي ڪاشي، چُر جو ڪم، اجرڪ، سوسي،

رليون، ڪٽا، لويون ۽ ٻيا هتي جا هٽ جا هنر آهن. عورتون پرت پرڻ، ڌٻڪيون ٺاهڻ ۽ رليون سبڻ جون ماهر آهن. پڙهيل عورتون ڊاڪٽر، انجنيئر، استاد ۽ زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيون آهن. سنڌ جي ثقافتي راند 'ملهه' آهي ۽ لوڪ ناچ 'هو جمالو' آهي.

**پنجاب :** پنجاب پنجن درياهن جو ديس آهي. هن ڌرتيءَ ڪي پنهنجي ٻولي، رهڻي ڪهڻي، موسيقي، شاديءَ غميءَ جون رسمون توڙي پوشاڪ نرالي آهي. پنجاب جا اڪثر مرد شلوار، قميص ۽ مٿي تي ٽوپي ۽ شملي واري پڳ پائين. عورتون عام طور تي شلوار چولو ۽ پوتي پائين. هتي جي ماڻهن جو مکيه ڌنڌو زراعت آهي. ڪارخانن جي گهڻائيءَ سبب ڪاريگر ۽ هنرمند ماڻهو مزدوري ڪري پيٽ پالين ٿا. پنجاب جو لوڪ رنگ ٻين صوبن کان نرالو آهي. هن صوبي جي ثقافتي راند ڪشتي آهي. ڀنگڙا سندن لوڪ ناچ آهي.

**خيبرپختونخوا:** هتي جا اڪثر ماڻهو زراعت پيشه آهن، باقي ماڻهو سخت جان هئڻ سبب محنت مزدوري ڪن. هتي جي مردن جي ثقافتي پوشاڪ شلوار، ڪڙتو ۽ ٽوپي آهي ۽ پيرن ۾ پشوري چپل پائين. عورتون وڏي گهير واري شلوار، وڏا ڊگها چولا ۽ وڏيون پوتيون پائين. هن صوبي ۾ قبائلي روايتن سبب سندن شادي ۽ غميءَ جون رسمون ٻين صوبن کان ڌار آهن. خوشيءَ جي موقعي تي خٽڪ ناچ ڪندا آهن. هن صوبي جا ماڻهو پنهنجي پشتو ٻوليءَ کان سواءِ ٻيون ٻوليون به ڳالهائيندا آهن.

**بلوچستان :** بلوچستان جا ماڻهو پنهنجي الڳ انداز سان ثقافتي زندگي گذارين. انهن جي ثقافت نرالي آهي. هتي زرعي ۽ قبيلائي نظام آهي. مرد وڏيون گهيردار شلوارون، وڏا پهراڻ ۽ وڏا پٽڪا ٻڌن ٿا. پهراڻ مٿان پنهنجي مخصوص ڊزائين ڪيل صدري به پائين. جابلو علائقي سبب هنن جا چپل به خاص قسم جا هوندا آهن. عورتون وڏي گهيردار شلوار، گهگهو يعني چولو ۽ مٿي تي وڏي پوتي پائين. هتي جي ماڻهن جي ٻولي، رهڻي ڪهڻي، شادي غميءَ جون رسمون ۽ لوڪ موسيقي ۽ ناچ ليوا به منفرد آهي.

اترين علائقا جن ۾ گلگت بلتستان اچي وڃي ٿو. جتي تمام گهڻي ٿڌ پوي ٿي اتان جا ماڻهو موسمي اثرن کان بچڻ لاءِ مرد گرم ٽوپيون، شلوار ۽ قميص پائين، عورتن جو ويس به منفرد آهي.

پاڪستان ۾ ڪيترين ئي ٻولين ڳالهايون وڃن ٿيون. اردو پاڪستان جي قومي

ٻولي آهي، جيڪا ملڪ جي مختلف علائقن جي ماڻھن ۾، رابطي جي زبان آهي. سنڌي ٻولي سنڌ ۾، پنجاب ۾ پنجابي ۽ سرائڪي. خيبرپختونخوا ۾ پشتو ۽ هندڪو. بلوچستان ۾ بلوچي، پشتو، براهوي ۽ سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. اترئين علائقن ۾ بلتي ٻوليءَ جو اثر نمايان آهي.

پاڪستان جي سيني علائقن ۾ اڪثريت ۾ مسلمان آهن. هتي جي اقليتن کي به مذهبي ۽ تهذيبي طور آزادي آهي. پاڪستان جا سيئي ماڻهو گڏجي پائرن وانگر رهن ٿا ۽ ڏک سک ۾ هڪٻئي سان گڏ هوندا آهن. پاڪستان جي چئني صوبن جي رهندڙ ماڻهن جون توڙي جو جدا جدا ثقافتون آهن پر اهي تهذيب ۽ تمدن جي اهڙي لڙهيءَ ۾ پوتل آهن جو اهي جڻ هڪ ڪٽنب جيان آهن. اهي پاڻ ۾ پيار ۽ محبت سان رهن ٿا. جيتوڻيڪ سندن ٻوليون، رسمون ۽ رواج جدا جدا آهن پر تڏهن به منجهن هڪٻئي جي ثقافت لاءِ عزت ۽ احترام موجود آهي. اسين مختلف قومي ۽ ثقافتي ڏهاڙن تي هڪ ٻئي جي ثقافت کي فخر سان پيش ڪندا آهيون ۽ ساراهيندا آهيون. هن ملڪ جا ماڻهو سدائين پنهنجي ملڪ جي ترقيءَ ۽ حفاظت لاءِ به ڪوشان هوندا آهن.

## مشق

1- **هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) سنڌ ۽ پنجاب جي اڪثر ماڻهن جو گذر ڇا تي آهي؟

( ب ) سنڌ جو لوڪ ناچ ڪهڙو آهي؟

( ج ) پنجاب جا مرد ڪهڙو لباس پائيندا آهن؟

( د ) خيبرپختونخوا ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون؟

( ه ) پاڪستان جي چئني صوبن جا لوڪ ناچ ڪهڙا ڪهڙا آهن؟

( و ) بلوچستان جي ماڻهن جو گذرسفر ڇا تي آهي؟

( ز ) پاڪستان ۾ چئن صوبن کان علاوه ٻيا ڪهڙا علائقا شامل آهن؟

2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| تمدن | | |
| خطو | | |
| قبائلي | | |
| ڪوشان | | |
| هڏ ڏوکي | | |
| تهذيب | | |

3- هيٺ ڏنل جملا پڙهو، جيڪي دُرست آهن تن تي (✓) ۽ جيڪي غلط آهن تن تي (✗) نشان هڻو.

(الف) سنڌ صوفين ۽ بزرگن جي ڌرتي آهي. ( )
( ب ) خيبر پختونخوا جو لوڪ ناچ ليوا آهي. ( )
( ج ) بلوچستان جو لوڪ ناچ خٽڪ آهي. ( )
( د ) سنڌ جي ثقافتي راند ملهه آهي. ( )
( هہ ) پنجاب جي ثقافتي راند ڪُشتي آهي. ( )

4- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) پاڪستان ۾ ڪُل ............................ صوبا آهن.
( ب ) پاڪستان جي معيشت جو دارومدار ................................ تي آهي.
( ج ) سنڌ کي ........................................ جي ڌرتي سڏيو وڃي ٿو.
( د ) درياهن جو ديس ........................... کي سڏيو وڃي ٿو.

سرگرمي: پاڪستان جي هر صوبي ۽ علائقي جي پوشاڪ بابت ٽيبلو پيش ڪريو.

## سبق پنجٽيهون

# سِبڻ ۽ پَرڻ

**سکيا جي حاصلات**

- هٿ جي هنر جي اهميت کان آگاهه ٿيڻ.
- لفظن جا ضد ڳولهڻ.
- جمع ۽ واحد ڳولهڻ.
- فاعل ۽ مفعول کي سمجهڻ.

لباس تيار ڪرڻ جو هُنر وقت سان گڏ بدلبو رهيو آهي. قديم زماني ۾ لباس، جسم ڍڪڻ، سرديءَ ۽ گرميءَ کان بچائڻ لاءِ ٺاهيو ويندو هو. پر جيئن جيئن انسان ترقي ڪندو رهيو آهي، تيئن تيئن لباس ۾ به تبديلي ايندي رهي آهي. هن وقت لباس پهرڻ جو اهو به مقصد ورتو وڃي ٿو ته پائڻ واري جي شخصيت، شان ۽ شوڪت وارِي نظر اچي؛ انهيءَ ڪري اڄڪلهه سڄو ڌيان لباس کي سهڻو ۽ وڻندڙ بنائڻ طرف وڌي رهيو آهي.

اڄڪلهه مارڪيٽ ۾ ڪپڙي جا ڪيترائي قسم اچي چڪا آهن. ڪپهه، سٽي، ريشم ۽ نائلون مان ٺهيل ڪپڙو جدا جدا خاصيت جو ٿئي ٿو. اُنهن کي ڪٽڻ ۽ سِبڻ لاءِ به خاص مهارت جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اڻڄاڻ جي هٿن ۾ ڪپڙو آيو ته ڪٽڻ ۽ سِبڻ ۾ خراب ٿي ويندو. تنهنڪري، ڪپڙي جي جدا جدا قسمن کي سمجهڻ ضروري آهي.

لباس ناهڻ لاءِ سڀ کان پهرين ضروري ڳالهه اها آهي ته ڪپڙي جي ڪَڄَ وَهڻ اهڙيءَ طرح ڪجي، جيئن ڪپڙو زيان نه ٿئي ۽ سڀڻ کان پوءِ ان جي ڊزائين به سهڻي لڳي. ٻيو ته سبيل لباس جسم جي مناسبت سان ٺهڪي اچي، اجايو ويڪرو، ڍِرڍِلو ۽ ٻي ڊولو نه هجي. نه رڳو ايترو، پر سبڻ ۾ ٽوپي جي مختلف نمونن کي به سمجهڻ ضروري آهي. ٽوپو يا ٽاڪو به ڪيترن ئي نمونن جو ٿئي ٿو، جيئن ڪچو ٽاڪو يا ڪوڪ ڪرڻ، اُبتو ٽاڪو، پڪوٽاڪو، بخيو، اَنڪڙو يا ڪنڊڙو، زنجيري، مڪو، هرمچو، ڪيل، ڪاچ جو ٽاڪو، ٻَرُ پرڻ (رفو) وغيره.

پرت به ٽاڪي جو هڪ قسم آهي. پرت جا گھڻا ئي نمونا سُئيءَ سان پريا ويندا آهن، جيئن ته سنڌي پرت، بلوچي پرت، بروهي پرت، ڪشميري پرت، سواتي پرت، ٽڪن وارو پرت، سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ٿيندو آهي. سِيم ۽ زريءَ جو پرت، جيڪو اڳ ’مقيش‘ سڏبو هو، سو اعليٰ قسم جو پرت هو، جنهن جو رواج هاڻي گهٽجي ويو آهي.

سِبڻ ۽ پرت پرڻ جو ڪم اڄڪلهه مرد درزي به ڪن ٿا، پر آڳاٽي وقت ۾ اهو ڪم عورتن جي سُگهڙپائيءَ ۾ ليکيو ويندو هو. ڪَلن ۽ ڪارخانن جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ هر گهر ۾ چرخا ۽ ائٽ هوندا هئا. عورتون ننڍي هوندي کان ئي واندڪائيءَ جي وقت ۾ ويهي سُٽ ڪتيندِيون هيون ۽ ڪپڙو اُڻنديون هيون. سِبڻ ۽ پرڻ جو ڪم به عورتون ئي ڪنديون هيون.

موجوده وقت ۾ به نئين قسم جي لباس جي تياريءَ جا مختلف شهرن ۾ مرڪز موجود آهن، جن ۾ مشينن ذريعي ڪپڙو ڪٽڻ، سِبڻ ۽ پرڻ سيکاريو وڃي ٿو. انهن مرڪزن مان سکيل عورتون نه رڳو پنهنجو روزگار حاصل ڪن ٿيون، پر سِبڻ ۽ پرڻ جي هنر کي به وڌائي رهيون آهن.

هر هڪ ملڪ ۽ قوم جو لباس مختلف ٿئي ٿو. گھڻو ڪري لباس مان ئي ملڪ ۽ قوم جي سڃاڻپ ٿئي ٿي. سنڌ صوبو به پنهنجي لباس جي ڪري پاڪستان ۾ نمايان حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو. سنڌ جي لباس ۽ پرت جي ٻاهرين ملڪن ۾ گهڻي گُهر آهي، انهيءَ مقصد لاءِ ڪيتريون ئي عورتون پنهنجن گهرن ۾ خاص طرح لباس ۽ پرت پريل ڪپڙو تيار ڪن ٿيون، جيڪو ’گهرو هنرن واري ڪاتي‘ جي معرفت دنيا جي ملڪن ۾ وڪامي ٿو. اهڙيءَ طرح سبڻ ۽ پرڻ جو هُنر نه رڳو گهر ۾ ڪم ڪندڙ عورتن جي مالي حالت سڌارڻ، پر ملڪ جي لاءِ ٻاهرئين ناڻي ڪمائڻ جو وسيلو پڻ بڻجي چڪو آهي.

## مشق

### 1- هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قديم زماني ۾ لباس ڇا جي لاءِ ٺاهيو ويندو هو؟
( ب ) هن وقت لباس پهرڻ جو ڪهڙو مقصد ورتو وڃي ٿو؟
( ج ) ڪپڙي جا ڪهڙا ڪهڙا خاص قسم آهن؟
( د ) پرت ڇا جو قسم آهي؟
( ه ) عورتون واندڪائيءَ وقت اڳي گهرن ۾ ڇا ڪنديون هيون؟
( و ) ملڪ ۽ قوم جي سڃاڻپ ڇا مان ٿيندي آهي؟

### 2- هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

قديم - لباس - ترقي - تبديلي - مهارت - نمايان

### 3- هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

سردي - سهڻو - اجايو - اڻجاڻ

### 4- هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(الف) پرت ......................جو هڪ قسم آهي.
( ب ) پرت جو ڪم اڪثر....................ڪنديون آهن.
( ج ) سِبڻ ۽ پرت جو ڪم مرد .................. بہ ڪن ٿا.
( د ) مختلف شهرن ۾ سِبڻ ۽ پَرڻ جا .................... قائم آهن. جتي سيبي ۽ پرت جو ڪم سيکاريو ويندو آهي.
( ه ) پرت جا ڪيترائي ................. آهن، جهڙوڪ: سنڌي پرت، بلوچي پرت، ڪشميري پرت، سواتي پرت، ٽڪن وارو پرت، سِيم ۽ ............جو پرت.

### 5- هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو:

خاصيت - نمونو - چرخو - وسيلو

### اچو تہ سکون:

* .جملي ۾ ڪم ڪندڙ اسم يا ضمير کي ’فاعل‘ چئبو آهي.
  جيئن: اڪبر اچي ٿو.
* جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير تي ڪم جو اثر ٿئي، ان کي مفعول چئبو آهي.
  جيئن: هو ماني کائي ٿو.

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق پهريون** | **حمد** |
| بتائج | ٻُڌائج، ڏيکارج، ڏس ڏجائين. |
| تُرِتئون | جلدي، سيگهه مان، سِگهو، بنا دير. |
| پيچرا | گسَ، پنڌ، رستا. |
| خِزان | سرءُ، چئن مُندن مان هڪ جو نالو. |
| ڏوجهرا | تڪليفون، ڏک، ڏولاوا. |
| زاري | توبهه، گريو، ليلائڻ، پڇتائڻ، روئڻ پٽڻ. |
| قراري | آرام ڏيندڙ، فرحت بخش. |
| ڪَسون | گهٽتايون، برايون، ٻچڙايون. |
| ڪُفاري | عيب ڍڪيندڙ، ستار، ڍڪ ڍڪيندڙ. |
| گهاري | گذاري |
| **سبق ٻيو** | **پاڻ سڳورنؐ وٽ علم جي اهميت** |
| بخيل | ڪنجوس، شوم، موذي، چيڙاڪ |
| بيدار | خبردار، سجاڳ، جاڳيل. |
| پرکڻ | جاچڻ، آزمائڻ. |
| ساجاهه | پروڙ، ڄاڻ، فهم، سجاڳپ. |
| شعور | سمجهه، عقل، سليقو، سُڌ خبر. |
| غرور | وڏائي، هٺ، فخر. |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| وَحي | خدا تعاليٰ جو پيغام، مني ڳالهه. |
| نِهنائي | هينائين، بناغرور، نيازنئڙت. |
| **سبق ٽيون** | **امام ابو حنيفهؒ** |
| عبارت | لکت، مضمون، بيان، مقصد، مواد. |
| عجمي | غير عرب، عربستان کان ٻاهر رهڻ وارو. |
| صحبت | سنگت ساٿ، ياري دوستي. |
| مجتهد | پرهيزگار، نيڪوڪار، شريف ديندار، پڪو مسلمان، مسلمان عالم جو رتبو. |
| مهارت | ڪاريگري، هنرمندي، قابليت. |
| **سبق چوٿون** | **نعت** |
| اسرار | راز، ڳُجهُه، پوشيده ڳالهيون. |
| پينار | پينو، مڱتو، مڱڻهار، سوالي، فقير. |
| جُهونجهار | ٻانڪو، بهادر، سورمو، سرويچ، جيالو. |
| شڪر | ٿورو، مهرباني، احسان. |
| هادي | هدايت ڪندڙ ڏس ڏيندڙ، رهبر، راهه ڏيکاريندڙ. |
| مختيار | بااختيار، روءِ سوءِ آزاد، اختيار وارو. |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مرسل | رسول، پيغمبر، نبي. |
| معراج | ڏاڪڻ، چاڙهي، متاهين منزل، اعليٰ رُتبو، نبي ڪريمﷺ جو آسمان تي وڃڻ. |

## سبق پنجون — يومِ آزادي

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اِتحاد | ٻڌي، ايڪو، اتفاق. |
| ٿهوار | ڏڻ، ڏينهن، وار. |
| چِراغان | روشني ڪرڻ |
| خِطابُ | لقب، اعزازي نالو، گفتگو، ڳالهه ٻولهه. |
| خود مختار | بااختيار، وسوارو. |
| عظيم | شان وارو، عزت وارو |
| ڪامل يقين | پَڪ، پورو يقين، پوري پَڪ |
| مت ڀيد | بنا فرق جي |

## سبق ڇهون — رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ابتدائي | شروعاتي |
| باشعور | عقلمند، باهوش، سمجهدار. |
| باوجود | انهوندي به |
| پاڙ پٽڻ | ختم ڪرڻ، ناس ڪرڻ. |
| خصوصي | خاص، اهم. |
| سهائتا | مدد، همراهي، همدردي. |
| ڪميشن | بااختيار جماعت جنهن جي حوالي خاص ڪم ڪيل هجي، ماهرن جي جماعت. |
| محروم | منع ڪيل، مايوس، ناڪام، نااميد. |
| ڪارائتيون | فائديمند، نفعي بخش |
| نامور | ناليوارو، مشهور |

## سبق ستون — قومي جهنڊو

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اصحابي | دوست، صحبتي |
| خوشحالي | آسودگي، سُکيائي |
| علامت | نشاني، اُهڃاڻ. |
| سربراهه | حاڪم، وڏو |
| سوڀ | فتح، ڪاميابي |
| عيوضي | بدل، نمائندو |
| نشاندهي | اشارو، ڏس |
| ولولو | جوش جذبو |

## سبق اٺون — عالم سڀ آباد ڪرين (نظم)

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| چوڌس | چوطرف، چوڦير، چوگرد، چئني پاسي. |
| ڏارَ | ٽي، هلت، ريت، نمونو. |
| رمي | خوش ٿي |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سُکار | خوشحالي |
| عالم | جهان، دنيا. |
| مانداڻ | جهُڙ، کارا ککر، جهُڙالو. |
| ولهار | وٽکار واري زمين، چراگاهه. |

| سبق نائون | ابتدائي طبي امداد |
|---|---|
| اُپاءُ | حِيلو، تدبير، رٿ، تجويز. |
| امداد | مدد |
| بروقت | هکدم، يکدم، اُتي جو اُتي. |
| جهولي سٽيل | لُڪَ/لُڪَ لڳل، گرميءَ جو ڪيرايل. |
| غيرپسرائيندڙ | جنهن مان بجلي نه لنگهي سگهي. |
| نوعيت | قسم، نمونو. |
| معمولي | غير اهم، ڌيان نه ڏيڻ |
| | جهڙي، رواجي، عام. |

| سبق ڏهون | همدردي |
|---|---|
| احسان | ٿورو، مهرباني، ڀلائي |
| اوکيءَ ويل | ڏکيءَ مهل، مشڪل وقت ۾ |
| ايمرجنسي | اوچتي وقت، سخت ضرورت ۾ هنگامي حالت |
| باهمت | همت وارو دلير |
| خود دار | بُرد بار، سنجيده |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ضايع | برباد، زيان، اجايو |
| مخلوق | پيدا ڪيل، ناهيل، خلقيل |

| سبق يارهون | اخلاقي قدر |
|---|---|
| انتقام | بدلو، پلاند. |
| استقلال | مضبوط ٿي بيهڻ |
| ڇيهو | نقصان، ٽوٽو. |
| خَصلت | عادت |
| خَطاڪارن | گنهگارن، خطا ڪندڙ. |
| دهشتگردي | ڌهڪاءُ يا خوف پيدا ڪرڻ. |
| راڪاسُ | نقصان ڪار جانور، ڀوت، جن، شيطان. |
| سماج | برادري، راڄ، قوم. |
| مفاصلو | وِٿي، دوري، فرق. |
| ليڪا لتاڙي | حدون اورانگهي، حد ٽپي. |
| ميزان | ساهمي |

| سبق ٻارهون | سونا سونا سنگ (نظم) |
|---|---|
| اُمنگ | اميد، خواهش، سَڌ. |
| جهومن | لُڏن، جهولن. |
| لولو | مانيءَ ٽُڪر |
| ننگُ | لڄ، غيرت، شرم، مرم. |
| هيڻو | ڪمزور، ڏٻرو، ضعيف. |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق تيرهون** | **هوائي جهاز جي ايجاد** |
| آخرڪار | نيٺ |
| اخبار بيني | اخبار پڙهڻ |
| ايجاد | نئين شيءِ پيدا ڪرڻ، |
| | ڳولي لهڻ، کوجنا، ڳولا. |
| بُلندي | مٿاهون هنڌ، مان، مرتبو، عزت. |
| پَرواز | اُڏام |
| شُهرت | مشهوري |
| موجدِ | ايجاد ڪندڙ |
| هاڪَ | مشهوري، واڪاڻ |
| **سبق چوڏهون** | **شهيد هوش محمد شيدي** |
| اُتساهُ | چاهه، دلچسپي |
| اَرڏو | بهادر، بي پرواهه. |
| حڪمت عملي | رٿا، ترڪيب، اٽڪل، طريقو. |
| خواهش | مرضي، سَڌَ. |
| سازش | سِٽ سِٽڻ، چالاڪي. |
| مُحب وطن | وطن سان پيار ڪندڙ |
| **سبق پندرهون** | **علم طبعيات جي اهميت** |
| اَڪيچار | اڻ ڳڻيا، بي شمار، تمام گهڻا. |
| تَحقيق | ڳولا، کوجنا، جانچ. |
| تَوانائي | سَگهَ |
| پيمائش | ماپ |
| دائمي | بقاواري، هميشه رهندڙ، سدائين. |
| طَبعي | جسماني |
| ڪائنات | دنيا |
| کوجنا | ڳولا |
| گرميءَ پد | گرميءَ جو درجو |
| موروثي | مائٽن وٽان مليل |
| ناقابلِ فراموش | نه وسارڻ جهڙو |
| **سبق سورهون** | **واهه قدرت رب ڪريم (نظم)** |
| آباديون | پوکون |
| بهاريون | خوشيون، موجون. |
| جَرُ | پاڻي |
| ڏات | خدا طرفان مليل سوغات/ سوکڙي. |
| گلزاريون | گلڪاريون |
| **سبق سترهون** | **شهيد حڪيم محمد سعيد** |
| تربيت | سکيا |
| تلقين | سمجهاڻي، هدايت. |
| حفظ | ياد ڪرڻ |
| سَنَدَ | پروانو، اجازت نامو، سرٽيفڪيٽ. |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مصروف | مشغول، ڪم ۾ رُڌل. |
| مَطبُ | اسپتال |
| موڙي | رقم |
| **سبق ارڙهون** | **ڳوٺاڻي ۽ شهري زندگي** |
| آلودگي | گدلاڻ، ملاوت. |
| اضافو | واڌارو |
| رٿابندي | سوچ ويچار، ڪم لاءِ تياري. |
| مشاهدو | ڏٺل، نظر ۾ آيل. |
| واقع | ٿيڻ وارا، پيش ايندڙ، موجود. |
| **سبق اوڻيهون** | **اسٽيٽ بئنڪ** |
| اسٽيٽ | رياست، ملڪ. |
| سَهڪارُ | همراهي، مدد. |
| شَرحَ | کولي بيان ڪرڻ، بيان، اگهه، بها. |
| ڪاروبار | ڪم ڪار، ڌنڌو. |
| ڪرنسي | ناڻو، سِڪا، نوٽ. |
| مالياتي ادارا | ناڻي وارا ادارا، بئنڪون. |
| مئنيجمينٽ | انتظام، تنظيم، ادارو. |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ويهون** | **محبت وطن جي (نظم)** |
| جهالت | بي علمي، اڻ ڄاڻائي. |
| دائم | هميشه، سدائين. |
| زَيب | سينگار، هار سينگار. |
| زينت | خوبصورتي، ناهه نوهه، سينگار. |
| نيڪ نامي | مشهوري، ساراهه. |
| هڪالي ڪيو | ڌڪي ڪيو، ڪيدي ڇڏيو، ڀڄايو. |
| **سبق ايڪيهون** | **ڪوٽڙي بئراج** |
| آبپاشي | پاڻي پهچائڻ |
| آبڪلاٽي | سيلاب يا ٻوڏن واري موسم. |
| آمدرفت | اچ وڃ |
| ابتدا | شروعات |
| تربيت يافته | سکيا ورتل |
| تفريح | وندر، وروندهن. |
| دائمي | هميشه، سدائين. |
| زراعت | پوک |
| لڳاتار | لاڳيتو |
| نگراني | سنڀال، جانچ جونچ. |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ٻاويهون** | **نظم ۽ ضبط جي اهميت** |
| بدنظمي | بي ترتيبي، ڦيٽاڙو |
| پابندي | بندش، جهل، روڪ. |
| درس | سبق، نصيحت، سمجهاڻي. |
| رنڊڪ | رُخنو، جَهلَ، روڪَ |
| شمسي نظام | سج، چنڊ تارا. |
| ڪاروهنوار | ڪم ڪار |
| گردش | ڦيرو، چَڪرُ. |
| گرهه | تارا |
| لاڀ | نفعو، فائدو. |
| منفي | خارج، انڪاري، اڻ وڻندڙ. |
| نظم ۽ ضبط | بندوبست |
| **سبق ٽيويهون** | **صحت جا دشمن** |
| اَمُلهه | قيمتي |
| ايڪسائيز | محصول اوڳاڙيندڙ ادارو |
| اينٽي نارڪوٽڪس | نشيدار شين جي روڪ ٿام وارو ادارو. |
| ڇڙي ڇڙي | نِجهري نِجهري، ليلائي ليلائي. |
| نڪوٽين | تماڪ جو زهريلو مادو |
| واپرائڻ | استعمال ڪرڻ، ڪتب آڻڻ. |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق چوويهون** | **بهار آيو (نظم)** |
| پوشاڪ | ويس وڳا |
| ڏولاوا | ڏک، تڪليفون. |
| لام | ٽاري، شاخ. |
| مُرڪن | ڪِلن، مُشڪن. |
| وِهسن | خوش ٿين |
| **سبق پنجويهون** | **قُدرتي آفتن کان بچاءُ** |
| اَزل | شروعات، ابتدا، جڏهن کان دنيا پيدا ٿي آهي. |
| اُسرندڙ | ترقي ڪندڙ، وڌندڙ. |
| اَٽَر | هر حال ۾ ٿيندڙ، لازمي. |
| تَدارڪ | تلافي، اصلاح، داد رسي، علاج. |
| سَرپَرستي | نگهباني، مالڪي. |
| سَهڪاري | مددگار، همراهه. |
| مُتحرڪ | چُرندڙ |
| **سبق ڇويهون** | **فوٽ بال راند** |
| اِعزاز | مرتبو، رتبو. |
| اِنٽرنئشنل | عالمگير |
| پينلٽي | ڏنڊ |
| ڊِي | هڪڙي حد يا ڏنگ |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| ريفري | جج، ٽياڪڙ، وچ وارو. |
| ڪِڪ | ٺُڏو |
| گول ڪيپر | راند بچائيندڙ |

## سبق ستاويهون — نوري جام تماچي

| لفظ | معني |
|---|---|
| پَٽ راڻي | راڻين جي راڻي |
| جَمال | حُسن، سونهن. |
| سُياءَ | لڇڻ، عادتون. |
| موهت | لوڀ، لالچ. |
| نماڻائي | نِهنائي |
| هاڪ | ساراهه |

## سبق اٺاويهون — اتحاد (نظم)

| لفظ | معني |
|---|---|
| آفت | مصيبت |
| بيقراري | بي چيني، آنڌ مانڌ، |
| | لوچ پوچ. |
| ڏُرٿ | عذاب، پيڙاءُ. |
| زحمت | مصيبت، تڪليف. |

## سبق اوڻٽيهون — ماحول جي گدلاڻ

| لفظ | معني |
|---|---|
| اِنفرادي | جدا، اڪيلي، شخصي، ذاتي. |
| پَرهيز | رَڪَ، ڪِري. |
| شُعاع | ڪِرڻا |

| لفظ | معني |
|---|---|
| ڪشادگي | ويڪرائي |
| گدلاڻ | آلودگي، ملاوت |
| ماحول | آس پاس، چوڌاري |
| مُهم | مشڪل ڪم، جاکوڙ |

## سبق ٽيهون — رني ڪوٽ

| لفظ | معني |
|---|---|
| آثار | نشان، اُهڃاڻ. |
| اَڏيل | نهيل، جُڙيل، تعمير ڪيل. |
| اُهڃاڻ | نشان |
| بَستي | وسندي، ڳوٺ، شهر. |
| عظمت | وڏائي |
| عاليشان | وڏي شان وارو |
| زبون | ڪمزور |
| ڪشش | ڇِڪ |
| ڪنڊر | قتل شهر جا نشان |

## سبق ايڪٽيهون — پاڪستان جي تحريڪ ۾ عورتن جو حصو

| لفظ | معني |
|---|---|
| تحريڪ | هلچل، جوش اُڀارڻ. |
| پروانا | فدا ٿيڻ وارا، جان ڏيڻ وارا |
| جماعت | تنظيم، گروهه، ماڻهن جي ٽولو. |
| قرارداد | فيصلو، نبيرو، نهراءُ |
| مانائتي | مانَ واري، معتبر، شانائتي |

# نوان لفظ

### سبق ٻٽيهون — سنڌو درياهُ (نظم)

| لفظ | معني |
|---|---|
| آب | پاڻي |
| آڌار | ٽيڪو، پروسو، سهارو. |
| پال | ڀلائي، چڱائي. |
| سبزي | ساوڪ |
| کيت | ٻني، پوک. |
| نروار | چِٽو، پڌرو، ظاهر. |

### سبق ٽيٽيهون — مهاڻو

| لفظ | معني |
|---|---|
| الوداع | موڪلاڻي، رخصت |
| جوکائتي | نقصان ڪار |
| دخاني | ٻيڙائتو، ملاح، ناکئو. |
| درپيش | اڳيان، آڏو. |
| هاڪاري | ڪاهي |

### سبق چوٽيهون — قومي ٻڌي ۽ ثقافت

| لفظ | معني |
|---|---|
| تمدن | شهريت، گڏجي رهڻ جو طريقو، لهه وچڙ، گڏ رهڻ جي ريت. |
| ثقافت | تهذيب، رهڻي ڪهڻي، طور طريقو، ريتون رسمون. |

| لفظ | معني |
|---|---|
| خطو | علائقو |
| علاوه | ڪان سواءِ |
| قبائلي | قبيلن تي ٻڌل، ڪٽنبي نظام، گهريلو نظام. |
| ڪوشان | ڪوشش ڪندڙ، ڳولائو، جاکوڙي. |
| هڏ ڏوکي | همدرد، گهٽگهرو، ڀلائي چاهيندڙ. |

### سبق پنجٽيهون — سِبڻ ۽ پرڻ

| لفظ | معني |
|---|---|
| ائٽ | چرخو |
| تبديلي | ڦيرو |
| ترقي | واڌارو |
| چرخو | سُٽ ڪتڻ جو ديسي اوزار |
| قديم | آڳاٽو، پراڻي وقت جو. |
| لباس | پوشاڪ |
| مهارت | ڪاريگري |
| نمايان | چِٽو، پڌرو. |